


# توحيد ۽ شرڪ


محمد خان منهاس

خليل الرحمان چشتي

سنڌيڪار

انجنيئر محرم علي تگڙ



اسرىٰ قرآن اڪيڊمي

اسرىٰ اسلامڪ فائونڊيشن حيدرآباد

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# توحيد ۽ شرڪ

توحيد ۽ شرڪ جي مختلف قسمن جي
وضاحت ڪندڙ
هڪ جامع ۽ مستند ڪتاب

محمد خان منهاس

خليل الرحمٰن چشتي

سنڌيڪار
انجنيئر محرم علي تگڙ

اسريٰ قرآن اڪيڊمي
اسريٰ اسلامڪ فائونڊيشن هالا روڊ حيدرآباد

# حق ۽ واسطا قائم


| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | توحيد ۽ شرڪ |
| مرتبين | : | محمد خان منهاس |
| | | خليل الرحمٰن چشتي |
| سنڌيڪار | : | انجنيئر محرم علي ٽگڙ |
| نگراني | : | انجنيئر عبدالمالڪ ميمڻ |
| ڪمپوزنگ | : | بختيار احمد پنهور |
| پيسٽنگ | : | سهيل سلام پنهور |
| ڇپائيندڙ | : | اسرىٰ قرآن اڪيڊمي |
| ڇاپو پهريون | : | مارچ 2009ع |
| صفحا | : | 208 |
| قيمت | : | مفت ورهاست |

# فهرست



| صفحو | عنوان | نمبر |
|---|---|---|
| 4 | ٻه اکر | 1 |
| 5 | مهاڳ | 2 |
| 10 | توحيد جي اهميت | 3 |
| 20 | نبين سڳورن جي توحيد جي دعوت | 4 |
| 33 | توحيدِ ذات | 5 |
| 50 | توحيدِ صفات واسماء | 6 |
| 54 | توحيدِ تنزيه | 7 |
| 60 | قرآن ۾ الله جي صفتن جو استعمال | 8 |
| 69 | توحيدِ صفتِ علم | 9 |
| 91 | توحيدِ صفتِ اختيار | 10 |
| 101 | توحيد في النَّفَع والضَّرِ | 11 |
| 114 | توحيدِ الوهيت ۽ توحيدِ ربوبيت | 12 |
| 129 | توحيد في العبادة | 13 |
| 145 | توحيد في الدعاء | 14 |
| 160 | توحيدِ استغفار | 15 |
| 164 | توحيدِ استعاذه | 16 |
| 168 | توحيدِ تشريع ۽ توحيدِ حاڪميت | 17 |
| 194 | تَتُ يا خلاصو، توحيد جا قسم | 18 |
| 200 | توحيد بابت حديثون | 19 |
| 203 | هوم ورڪ/ڪلاس ورڪ | 20 |



# ٻه اکر

بسم الله والصلوات والسلام علی نبینا محمد وعلی آله وصحابه وسلم_ اما بعد

مرڪز اسلامي سنڌ، اسرىٰ اسلامڪ فائونڊيشن جو هڪ ادارو آهي جيڪو ويهه سالن کان وٺي ديني ۽ اصلاحي ڪمن ۾ لڳل آهي. ان اداري جي ذيلي برانچ قرآن اڪيڊمي تحت سنڌ جي مختلف هنڌن تي قرآني تعليم، ناظره، حفظ ۽ قرآن فهمي جا مرڪز هلي رهيا آهن جتي هزارين شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

هن اداري جي مقاصد ۾ قرآن شريف ۽ صحيح حديث پاڪ جي اشاعت ۽ ترويج آهي، جنهن سلسلي تحت هن اداري ڪيترائي ديني ڪتاب ۽ انهن جا ترجما سنڌي زبان ۾ ڇپائي ورهايا آهن. ان سلسلي جي ڪڙي کي قائم رکندي اسان الفوز اڪيڊمي جي ڪتابن جو سنڌي ترجمو عوام جي فائدي لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون.

هنن ڪتابن کي شايع ڪرڻ ۾ اسان جو الله پاڪ جي رضا کانسواءِ ٻيو ڪو به مقصد نه آهي. ان مقصد کي ماڻڻ لاءِ هي ڪتاب جيئن ته خالص قرآن مجيد ۽ صحيح حديثن جي روشنيءَ ۾ تيار ڪيا ويا آهن، تنهن ڪري اميد آهي ته مسلمانن لاءِ دين کي صحيح طور تي سمجهڻ ۽ سکڻ ۾ نهايت لاڀائتا ثابت ٿيندا.

اسين الفوز اڪيڊميءَ اسلام آباد جي محترم سائين انجنيئر محمد خان منهاس ۽ محترم سائين خليل الرحمان چشتي صاحب جا دل سان ٿورائتا آهيون جن دل جي خوشيءَ سان هنن ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ ڇپرائڻ جي اجازت ڏني. اسين انجنيئر عبدالمالڪ ميمڻ صاحب جو به ٿورو سمجهون ٿا جن اسان سان هنن ڪتابن ڇپرائڻ ۾ مڪمل سهڪار ڪيو.

الله رب پاڪ ۾ اميد آهي ته هن ڪوشش کي قبول فرمائي ۽ هن ۾ هر حصي وٺندڙ کي ۽ پڙهندڙ کي پنهنجي رضا ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڪاميابي عطا فرمائي. آمين

**مارچ 2009**

**دعا جو طالب**

**پروفيسر ڊاڪٽر غلام قادر قاضي**

صدر، اسرىٰ اسلامڪ فائونڊيشن

# مهاڳ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ نَحْمَدُهٗ وَنَسْتَعِيْنُهٗ وَ نَسْتَغْفِرُهٗ وَنُؤْمِنُ بِهٖ وَنَتَوَكَّلُ عَلَيْهِ، وَنَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنْ شُرُوْرِ اَنْفُسِنَا وَمِنْ سَيِّاٰتِ اَعْمَالِنَا، مَنْ يَّهْدِهِ اللّٰهُ فَلَا مُضِلَّ لَهٗ وَمَنْ يُّضْلِلْهُ فَلَا هَادِیَ لَهٗ. وَ نَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ وَنَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ، اَرْسَلَهٗ بِالْحَقِّ بَشِيْرًا وَّ نَذِيْرًا.

اَمَّا بَعْدِ! فَاِنَّ خَيْرَ الْحَدِيْثِ كِتَابُ اللّٰهِ، وَخَيْرَ الْهَدْیِ هَدْیُ مُحَمَّدٍ ﷺ وَ شَرَّ الْاُمُوْرِ مُحْدَثَاتُهَا، وَكُلَّ مُحْدَثَةٍ بِدْعَةٌ، وَ كُلَّ بِدْعَةٍ ضَلَالَةٌ، وَكُلَّ ضَلَالَةٍ فِی النَّارِ.

محمد خان منهاس صاحب، صدرالفوز اڪيڊمي اسلام آباد اسلام جيڪو هڪ سچو داعي آهي. اسلام جي دعوت ڪي عوام ۾ ڦهلائڻ جو هڪ زبردست جذبو رکي ٿو، هو هڪ بيقرار ۽ بي چين روح آهي. جيڪو امت مسلمہ کي پيهر خلفاءِ راشدين واري عروج جي دؤر ۾ ڏسڻ چاهي ٿو ۽ موجوده صدي ۾ اسلام جي اجتماعي عدالتي نظام جو نظارو پسڻ چاهي ٿو.

منهاس صاحب اليڪٽريڪل انجنيئر آهي ۽ آمريڪا مان اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن وقت دنيا جي هڪ وڏي اداري ۾ ڪم ڪري

رهيو آهي. پر گذريل پندرنهن سالن کان وٺي هن پنهنجين سپني صلاحيتن کي اسلامي علوم جي ڇاڻ حاصل ڪرڻ ۽ اسلام جي اصلي ۽ بنيادي تعليمات کي عوام الناس ۾ ۽ خاص طور تي تعليم يافته طبقي تائين پهچائڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. سندس گهر نه رڳو بيت الدعوه ۽ دارالارشاد آهي پر دارالتربيت پڻ آهي. اتان بيشمار ماڻهو گذريل ڪيترن ئي سالن کان وٺي مختلف عالمن جي درسن مان فائدو حاصل ڪري چڪا آهن.

سن 1418 هجري جي آخري ڏهاڪي ۾ تراويحن کان پوءِ هن پنهنجي گهر ۾ ڏهه ڏينهن لاءِ هڪ تربيت گاهه جو بندوبست ڪيو. ان تربيت گاه جي پهرين ليڪچر لاءِ ڏهن موضوعن جي چونڊ ڪئي وئي. جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1-توحيد ۽ شرڪ. 2- رسالت. 3-آخرت. 4-نماز.
5-اسلام جي اخلاقي تعليم. 6- جهاد في سبيل الله.
7- انفاق في سبيل الله. 8- معروف ۽ منڪر.
9- صبر جي حقيقت. 10- تقويٰ جي حقيقت.

ان سلسلي ۾ ٽرنسپيرنسيون (Transparencies) تيار ڪرايون ويون. اهو پروگرام ڏاڍو مقبول ٿيو. ان کان پوءِ انهيءَ ڏهه روزه تربيت گاهه جي موضوعن تي بدل هڪ فهم دين ڪورس ترتيب ڏنو ويو. ريڊ فائونڊيشن (Read Foundation) جي انتظام هيٺ محترم محمد خان منهاس ڪورس اٽڪل پندرهن پيرا مختلف استادن کي پڙهائي چڪو آهي. اهي استاد، هڪ هفتي لاءِ ڪل وقتي طور تي شريڪ ٿيندا آهن ۽ محترم منهاس صاحب انهن کان ليڪچر (سوا ڪلاڪ) کان پوءِ ڪاپين تي ڪلاس ورڪ به ڪرائيندو آهي. ڪلاس ورڪ (ڏيڍ ڪلاڪ) ليڪچر تي ئي بدل هوندو آهي هر استاد کي چونڊ آيتن جو ترجمو

ڪاپي تي لکئو پوندو آهي. تنهن ڪان بعد انهن کي انفرادي تياري لاءِ ڏيڍ ڪلاڪ جو وقت ڏنو ويندو آهي. پوءِ ايندڙ سوا ڪلاڪ ۾ ڪين ساڳئي موضوع تي تقرير ڪرڻي پوندي آهي. ان تدريسي طريقي جو فائدو اهو ٿيندو آهي جو بدل ليڪچر جا سڀ مضمون پيهر پڙهيا، لکيا ۽ بيان ڪيا ويندا آهن. اهڙي طرح هڪڙي ليڪچر تي ڪل ساڍا پنج ڪلاڪ وقت لڳايو ويندو آهي. تعليم جو اهو طريقو پراڻن طريقن ڪان وڌيڪ مؤثر آهي. انهن ڪان سواءِ جيئن ته هر استاد کي قرآنِ مجيد مهيا ڪيو ويندو آهي ان ڪري هو قرآني سورتن توڙي ان جي نالن کان چڱي طرح واقف ٿي ويندو آهي اهو طريقو استادن کي قرآن مجيد مان فائدو وٺڻ ۽ قرآن مجيد ڏانهن راغب ڪرڻ جو هڪ بهترين طريقو آهي. تنهنڪري تجربو شاهد آهي ته غير محسوس انداز ۾ انهن استادن ۾ انقلاب برپا ٿي ويندو آهي ۽ ٿي ويو آهي. قرآن جي تاثير اٽل آهي ۽ زير تربيت استادن جي عقيدي، عمل ۽ قول ۾ واضح تبديلي محسوس ڪئي وئي آهي.

شروعات ۾ ٽرنسپيرنسين (Transparencies) جون فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون، شاگردن کي ڏنيون وينديون هيون. پر هاڻي محسوس ڪيو ويو آهي ته اهي ڪاپيون ڪتابي شڪل ۾ شايع ٿيڻ گهرجن ته جيئن ڪورس ۾ شامل ٿيندڙ دوستن ڪان سواءِ ٻيا عام ماڻهو به ان مان فائدو وٺي سگهن. تنهنڪري هر ليڪچر تي مشتمل هڪڙو ڪتابڙو تيار ڪيو ويو آهي. هر ڪتابڙي ۾ قرآني آيتن ڪان سواءِ مستند حديثون به آهن ۽ آخر ۾ ڪلاس ورڪ/ هوم ورڪ ڏنل آهي.

مون کي يقين آهي ته هي ڪتابڙا به اصل ڪورس وانگر مقبول ٿيندا ۽ تعليم يافته طبقي طرفان ان جي تمام سٺي موٽ ملندي. جيئن ته ان ۾ فقط قرآن مجيد جون آيتون ۽ نبي ڪريم ﷺ جون حديثون ئي ڏنل

آهن. ان ڪري هر مڪتبۂ فڪر جا ماڻهو بنا ڪنهن هٻڪ جي انشاءَالله ان جو مطالعو ڪندا. اها ڪوشش قومي يڪجهتي جي واڌاري ۾ به اهم ڪردار ادا ڪندي ۽ هن امت کي جمع ڪرڻ جو طريقو اهوئي آهي ته ان کي قرآن ۽ سنت سان ڳنڍيو وڃي.

الله تعاليٰ محمد خان منهاس صاحب جي هنن ڪوششن کي قبول فرمائي ۽ انهن کي هن لاءِ آخرت جو ثمر بنائي. مولانا حڪيم الله صاحب (بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي) ۽ ڊاڪٽر محمد سليم صاحب سان گڏ ڪن ٻين ساٿين به هن ڪتاب جي تصحيح ۽ نظرثاني جا فرض سر انجام ڏنا آهن. الله تعاليٰ انهن کي سٺو اجر عطا فرمائي. آمين.

وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ

۷ جمادي الاول ۱۴۲۰ھ
بمطابق ۲۰ آگسٽ ۱۹۹۹ع

دعاءِ خير جو طالب

**خليل الرحمٰن چشتي**

# توحيد جي اهميت

الله جي هيڪڙائيءَ تي ايمان کي توحيد چئجي ٿو.

- توحيد تي مرڻ واري لاءِ جنت جي ضمانت آهي:

صحيح مسلم ۾ حضرت عثمان رضي الله عنه رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو ارشاد بيان ڪري ٿو:

مَنْ مَاتَ وَهُوَ يَعْلَمُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ دَخَلَ الْجَنَّةَ.

(صحيح مسلم، ڪتاب الايمان، باب10، حديث26)

”جيڪو شخص هن حال ۾ مري جو يقين سان ڄاڻندو هجي تہ الله کان سواءِ ڪو معبود ناهي تہ اهو جنت ۾ داخل ٿيندو.“

اها حديث توحيد جي اجر بابت هئي. هاڻي شرڪ جي باري ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد پڙهو.

- شرڪ اهڙو گناهہ آهي، جنهن جي مغفرت نہ آهي:

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَآءُ

”الله ان کي نٿو بخشي، جيڪو ساڻس ڪنهن کي ڀائيوار سمجهي، ان کانسواءِ ٻيو گناهہ جنهن کي وڻيس بخشي ٿو.

وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدِ افْتَرٰٓى اِثْمًا عَظِيْمًا ۝ (النساء: 48)

۽ جنهن الله سان ڪو ڀائيوار بنايو تنهن وڏو بهتان ٻڌو ۽ هڪ تمام وڏو گناهہ ڪيو.“

- **مشرڪ تي جنت حرام ڪئي وئي آهي:**

ٻئي هنڌ فرمايو ويو:

اِنَّهٗ مَنۡ يُّشۡرِكۡ بِاللّٰهِ فَقَدۡ حَرَّمَ اللّٰهُ عَلَيۡهِ الۡجَنَّةَ

”بيشڪ جنهن الله جو ڪو ڀائيوار بڻايو، ان تي الله جنت حرام ڪئي

وَمَاۡوٰىهُ النَّارُ. (المائده: 72)

۽ سندس جاءِ دوزخ آهي.“

مٿين حديث ۽ آيتن مان هيءَ ڳالهه بلڪل چٽي ٿي وڃي ٿي تہ انسان جي ڪاميابيءَ جو اصل دارومدار ”توحيد“ تي آهي. آخرت جي ڪاميابي ئي اصلي ڪاميابي آهي. جيڪو دوزخ جي عذاب کان بچايو ويو ۽ جنت ۾ داخل ڪيو ويو، ان صحيح معنيٰ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي.

- **توحيد سان ئي اصلي ڪاميابي حاصل ٿيندي آهي:**

جيئن قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

فَمَنۡ زُحۡزِحَ عَنِ النَّارِ وَاُدۡخِلَ الۡجَنَّةَ فَقَدۡ فَازَؕ وَمَا الۡحَيٰوةُ الدُّنۡيَاۤ اِلَّا مَتَاعُ الۡغُرُوۡرِ۝ (آل عمران: 185)

”پوءِ جيڪو شخص دوزخ جي باهہ کان بچايو ويو ۽ بهشت ۾ داخل ٿيو تہ مراد اصل ۾ ان ماڻي ورتي. دنيا جي حياتي تہ رڳو ڏوڪي جو سامان آهي.“

توحيد جي عقيدي تي ئي اسلام جي عبادت، معاشرت، معيشت، اقتصادي، حڪومتي، سياسي ۽ سزائن جو نظام ٻڌل آهي. صحيح

عمل، صحيح عقيدي تي ئي پنھنجو اثر ڏيکاري سگھي ٿو. توحيد جي عقيدي کان سواءِ اسلام ۾ صالح عملن جو تصور ڪري نہ ٿو سگھجي. اسلام ۾ رڳو اھو ئي عمل مقبول آھي، جيڪو اڪيلي خدا جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو وڃي. ھجرت بہ اھا ئي قبول آھي، جيڪا الله تعاليٰ لاءِ ڪئي وڃي.

توحيد ڇا آھي؟ ان جا ڪيترا قسم آھن؟ شرڪ ڇا آھي؟

اھي آھن اھي بنيادي سوال جا جواب حاصل ڪرڻ ھر سمجھدار انسان لاءِ ضروري آھن.

## ● توحيد سان دنيا جي ڪاميابي بہ حاصل ٿي سگھي ٿي:

توحيد جي نتيجي ۾ آخرت جي ڪاميابي تہ يقيني آھي، دنيا جي ڪاميابي بہ نصيب ٿي سگھي ٿي.

نبي اڪرم ﷺ جڏھن مڪ مڪرمہ ۾ ماڻھن جي سامھون توحيد جي دعوت پيش ڪئي تہ فرمايائون:

أُرِيْدُ مِنْ قُرَيْشٍ كَلِمَةً تَدِيْنُ لَهُمْ بِهَا الْعَرَبُ اَىْ تُطِيْعُهُمْ وَ تَخْضَعُ لَهُمْ.

”مان قريش کان ھڪ ڪلمي (توحيد جي ڪلمي) جي پيروي ڪرائڻ چاھيان ٿو، تہ جيڪڏھن ان کي مڃين تہ سمورا عرب انھن جي تابعداري ڪندا ۽ انھن جي سامھون جھڪي پوندا.“

ٿيويھن سالن جي ٿورڙي عرصي ۾ دنيا ڏٺو تہ توحيد جي انھيءَ ڪلمي جي برڪت جي ڪري عرب جي مشرڪ قوم، دوزخ جي باھ کان بچي جنت جي مستحق بڻجي وئي ۽ قريش جي باري ۾ نبي ڪريم ﷺ جي پيشين گوئي بلڪل صحيح ثابت ٿي. اھو توحيد جي ڪلمي جو معجزو آھي.

# توحيد جا ٽي عقلي دليل

قرآن مجيد انسانن کان شرڪ جي انڪار ۽ توحيد جي اقرار ڪرائڻ لاءِ نقلي، نفسي ، تاريخي، ۽ نقلي دليلن کان سواءِ عقلي دليل بہ ڏنا آهن، تہ جيئن حق جو ڳولائو انسان توحيد جي حقيقيت معلوم ڪري وٺي. اسان هتي انهن مان ٽن دليلن جو ذڪر ڪندا سون.

1- جيڪڏهن ڪائنات ۾ هڪ کان وڌيڪ خدا هجن ها تہ زمين ۽ آسمان جو نظام بگڙجي وڃي ها.

لَوْ كَانَ فِيهِمَآ اٰلِهَةٌ اِلَّا اللّٰهُ لَفَسَدَتَا ۚ فَسُبْحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ الْعَرْشِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ○ (الانبياء:22)

"جيڪڏهن آسمان ۽ زمين ۾ الله کان سواءِ ٻيا بہ معبود هجن ها تہ جيڪر ٻئي (زمين ۽ آسمان) تباهہ ٿي وڃن ها. سوعرش جو مالڪ انهن ڳالهين کان پاڪ آهي جيڪي هو ٺاهين ٿا."

2- جيڪڏهن ڪائنات ۾ هڪ کان وڌيڪ خدا هجن ها تہ هر خدا پنهنجي پنهنجي بنايل شين کي کڻي الڳ ٿي وڃي ها ۽ هر خدا ٻئي تي چڙهائي ڪري ها.

لَذَهَبَ كُلُّ اِلٰهٍۢ بِمَا خَلَقَ وَلَعَلَا بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ ۭ

(المؤمنون: 91)

"(جيڪڏهن الله کان سواءِ ٻيا معبود هجن ها تہ) جيڪر هرڪو معبود

پنهنجي مخلوق کي ساڻ وٺي ڌار ٿي وڃي ها ۽ اهي هڪ ٻئي تي چڙهت ڪن ها.“

3- جيڪڏهن ڪائنات ۾ هڪ کان وڌيڪ خدا هجن ها ته اهي سڀ خدا، عرش واري خدا جي حڪومت تي قبضي ڪرڻ لاءِ تدبيرون ڳولين ها.

قُل لَّوْ كَانَ مَعَهُۥٓ ءَالِهَةٌ كَمَا يَقُولُونَ

”چئو ته جيڪڏهن ان سان ٻيا به معبود هجن ها جيئن اهي چون ٿا،

إِذًا لَّٱبْتَغَوْا۟ إِلَىٰ ذِى ٱلْعَرْشِ سَبِيلًا ○ (بني اسرائيل: 42)

ته پوءِ عرش جي مالڪ تائين پهچڻ جي ضرور ڪوشش ڪن ها.“

- بيان جو تَتُ:

(1) ڪائنات جو عدل وارو سلسلو، جيڪو هر قسم جي فساد کان پاڪ آهي، ان ڳالهه جي شاهدي ٿو ڏئي ته هڪ اڪيلي، با اختيار هستيءَ ئي اهو سارو نظام هلائي رهي آهي.

(2) خالق هڪ ئي آهي، جيڪو منتظم به آهي. نه ته ڪائنات ۾ بغاوتون ظاهر ٿين ها.

(3) عرش تي بادشاهي ڪرڻ واري هستي به رڳو هڪ آهي، نه ته بادشاهيءَ جي تخت حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ۾ جهڳڙو شروع ٿي وڃي ها.

(4) اڪيلو الله ئي خالق به آهي، بااختيار به آهي ۽ حڪمران به آهي.



# شرڪ جي خرابي ۽ تباهي

توحيد جي اهميت کان پوءِ شرڪ جي خرابيءَ ۽تباهيءَ بابت ڪجھ قرآني آيتون ڏسندا:

- شرڪ سڀ کان وڏو ظلم ۽ ناانصافي آهي:

اِنَّ الشِّرۡكَ لَظُلۡمٌ عَظِيۡمٌ ○ (لقمان: 13)

”يقيناً شرڪ نهايت وڏو ظلم آهي.“

هن آيت مان معلوم ٿيو تہ توحيد، عظيم عدل آهي.

- شرڪ کي حرام ڪيو ويو:

قُلۡ تَعَالَوۡا اَتۡلُ مَا حَرَّمَ رَبُّكُمۡ عَلَيۡكُمۡ اَلَّا تُشۡرِكُوۡا بِهٖ شَيۡـئًا (الانعام: 151)

”چئو اچو تہ جيڪي اوهان تي اوهان جي رب حرام ڪيو آهي، سو آءٌ اوهان کي پڙهي ٻڌايان، ڪنهن کي بہ ان سان شريڪ نہ ڪريو.“

- شرڪ اهو هڪڙو ئي گناهہ آهي جيڪو معاف نٿو ڪيو وڃي:

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغۡفِرُ اَنۡ يُّشۡرَكَ بِهٖ وَيَغۡفِرُ مَا دُوۡنَ ذٰلِكَ لِمَنۡ يَّشَآءُ ۚ
وَمَنۡ يُّشۡرِكۡ بِاللّٰهِ فَقَدِ افۡتَرٰٓى اِثۡمًا عَظِيۡمًا ○ (النساء: 48)

”الله ان کي نٿو بخشي، جيڪو ساڻس ڪنهن کي ڀائيوار سمجهي. ان کان سواءِ ٻيو گناهہ جنهن کي وڻيس بخشي ٿو ۽ جنهن الله سان ڪو ڀائيوار بنايو، ان وڏو بهتان ٻڌو.“

- **مشرڪ بلنديءَ تان، ڪڏھ ڪري ٿو پوي:**

وَمَنۡ يُّشۡرِكۡ بِاللّٰهِ فَكَاَنَّمَا خَرَّ مِنَ السَّمَآءِ فَتَخۡطَفُهُ الطَّيۡرُ اَوۡ تَهۡوِىۡ بِهِ الرِّيۡحُ فِىۡ مَكَانٍ سَحِيۡقٍ ○ (الحج: 31)

”۽ جيڪو الله سان ڀائيوار بنائيندو، اهو ڄڻ تہ آسمان مان ڪري پيو. پوءِ ڪيس پکي جهٽي ويندس، يا ڪيس واءُ ڪٽي وڃي ڏورانهين هنڌ اڇلائيندس.“

- **مشرڪ پليت هوندو آهي:**

مشرڪ پليت ۽ گندو هوندو آهي، ان جي مسجد حرام ۽ مڪي شريف جي حرم جي حدن اندر داخلا بہ حرام ڪئي ويئي.

اِنَّمَا الۡمُشۡرِكُوۡنَ نَجَسٌ فَلَا يَقۡرَبُوا الۡمَسۡجِدَ الۡحَرَامَ (التوبه: 28)

”مشرڪ ناپاڪ آهن تنهن ڪري هن سال کانپوءِ مسجد حرام جي ويجهائي نہ اچن.“

- **مشرڪ جا نيڪ عمل بہ ضايع ٿي وڃن ٿا:**

(a) وَلَوۡ اَشۡرَكُوۡا لَحَبِطَ عَنۡهُمۡ مَّا كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ○ (الانعام: 88)

”۽ جيڪڏهن الله سان ٻيا ڀائيوار ڪن ٿا تہ سندن اهي سڀ عمل ڇٽ ٿي وڃن ٿا، جيڪي اهي ڪن ٿا.“

(b) لَئِنۡ اَشۡرَكۡتَ لَيَحۡبَطَنَّ عَمَلُكَ وَلَتَكُوۡنَنَّ مِنَ الۡخٰسِرِيۡنَ ○

(الزمر:65)

”جيڪڏهن تون الله سان ڪو بہ ڀائيوار ٻيهاريندين تہ تنهنجا سڀ عمل

چٽ تي ويندا ۽ تون ضرور ٿوٽي ۽ پيلن مان ٿي ويندين.“

## • مشرڪ بد حال ۽ بي يار ۽ مددگار هوندا:

لَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَتَقْعُدَ مَذْمُوْمًا مَّخْذُوْلًا ۝

(بني اسرائيل: 22)

”الله سان گڏ ٻيو ڪو به معبود نه بڻاءِ، نه ته تون ننديل ۽ نڌڻڪو ٿيو وينو هوندين.“

## • مشرڪ کي سخت عذاب ڏنو ويندو:

اَلَّذِیْ جَعَلَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَاَلْقِیٰهُ فِی الْعَذَابِ الشَّدِیْدِ ۝ (ق: 26)

”جنهن الله سان ڪنهن ٻئي کي معبود بڻايو هو، اهڙي کي سخت عذاب ۾ وجهو.“

## • مشرڪ جهنمي هوندو:

وَلَا تَجْعَلْ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَتُلْقٰی فِیْ جَهَنَّمَ مَلُوْمًا مَّدْحُوْرًا ۝

(بني اسرائيل: 39)

۽ الله سان گڏ ٻيو معبود نه بڻاءِ، نه تون ڦٽڪاريل ۽ تڙيل ٿي دوزخ ۾ اڇلايو ويندين.“

## • مشرڪ تي جنت حرام ڪئي وئي آهي:

اِنَّهٗ مَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدْ حَرَّمَ اللّٰهُ عَلَيْهِ الْجَنَّةَ وَمَاْوٰىهُ النَّارُ.

(المائده: 72)

”۽ بيشڪ جنهن الله جو ڪو ڀائيوار بڻايو، ان تي الله جنت حرام ڪئي ۽ سندس جاءِ دوزخ آهي.“

# تَتُ

1- الله جي هيڪڙائيءَ تي ايمان کي توحيد چئجي ٿو. يعني الله کي سندس ذات ۽ صفتن ۾ اڪيلو قرار ڏيڻ کي توحيد چيو وڃي ٿو.

2- جيڪو شخص توحيد جي صحيح عقيدي تي مرندو، اهو ضرور جنت ۾ ويندو. (صحيح مسلم)

3- توحيد هڪ مقعول عقلي رويو آهي، جڏهن ته شرڪ هڪ غير فطري ڳالهه آهي.

4- شرڪ سڀ کان وڏو ظلم ۽ ناانصافي آهي. (لقمان-13)

5- شرڪ کي حرام قرار ڏنو ويو آهي. (الانعام-151)

6- شرڪ اهو اڪيلو گناهه آهي، جيڪو معاف نہ ڪيو ويندو (انساءِ-48)

7- مشرڪ مٿاهين تان هيٺاهينءَ ۾ ڪِري ٿو. (الحج-31)

8- مشرڪ پليت آهي، مسجد حرام ۾ داخل نٿو ٿي سگهي.(التوبة-28)

9- مشرڪ جا نيڪ عمل بہ ضايع ٿي وڃن ٿا. (الانعام-88)

10- مشرڪ خراب حال ۾ بنا يارو مددگار هوندو. (بني اسرائيل-22)

11- مشرڪ کي سخت عذاب ڏنو ويندو. (ق-24)

12- مشرڪ جهنمي آهي. (بني اسرائيل: 39، مائده:76)

13- مشرڪ لاءِ جنت حرام ڪيل آهي (مائده-74)

14- قرآن مجيد ۾ توحيد جا عقلي ۽ نقلي دليل موجود آهن.

# سوال

1. توحيد جي اهميت تي هڪ مختصر، پر جامع نوٽ لکو.
2. شرڪ جي خرابيءَ تي هڪ مختصر، پر جامع نوٽ لکو.

# نبين سڳورن عليهم السلام جي توحيد جي دعوت

الله تعاليٰ دنيا ۾ جيڪي بہ نبي ۽ پيغمبر موڪليا، انهن سڀني پنهنجي پنهنجي قوم کي سڀ کان اڳ "توحيد جي دعوت" ڏني. يعني الله تعاليٰ هڪ آهي ۽ رڳو ان جي ئي عبادت ۽ اطاعت (پيروي) لازمي آهي. الله تعاليٰ سان گڏ ڪنهن ٻيءَ هستيءَ جي عبادت ۽ الله جي حڪمن ۾ ڪنهن ٻئي جي اطاعت کي "شرڪ" چئجي ٿو. الله تعاليٰ ئي عبادت ۽ اطاعت جو حقدار آهي.

- **حضرت نوحؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت نوح زمين تي سڀني کان پهريون الله جو رسول آهي. ڪانئس اڳ نبي هوندا هئا. سندس علائقو عراق هو ۽ سندس زمانو 3500 ورهيہ قبل مسيح هو.

حضرت نوحؑ پنهنجي قوم کان سڀ کان پهريون مطالبو هي ڪيو تہ توهانجو خدا هڪ آهي، ان ڪري ان جي ئي عبادت ڪريو.

يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ (الاعراف: 59)

"اي منهنجي قوم! الله جي عبادت ڪريو، ان ڪانسواءِ اوهان جو ٻيو ڪو معبود نہ آهي."

اَنْ لَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ. (هود: 26)

"الله ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جي بہ بندگي نہ ڪريو."

- **حضرت هودؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت نوحؑ کان پوءِ حضرت هودؑ توحيد جي دعوت ڏني. سندس قوم جو نالو عاد هو. اها عرب جي ڏاکڻي حصي ۾ رهندي هئي. ان علائقي کي

احقاف جي وادي چيو وڃي ٿو. ان جو زمانو 3000 ق-م جي لڳ ڀڳ آهي.

يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (الاعراف: 65، هود: 50)

”اي منهنجي قوم! الله جي عبادت ڪريو، ان کانسواءِ توهان جو ٻيو ڪو به معبود نه آهي.“

● **حضرت صالحؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت هودؑ کان پوءِ حضرت صالحؑ توحيد جي دعوت ڏيڻ شروع ڪئي. حضرت صالحؑ جي قوم جو نالو ثمود هو. اهي مديني منوره جي اترين حصي ۾ آباد هئا. ان علائقي کي مدائن صالح چيو وڃي ٿو. انهن جو زمانو 2500 ق-م جي لڳ ڀڳ هو.

يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (الاعراف:73، هود:61)

”اي منهنجي قوم! (فقط) الله جي عبادت ڪريو. ان کان سواءِ اوهان جو ٻيو ڪو به معبود نه آهي.“

● **حضرت ابراهيمؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت ابراهيمؑ عراق ۾ پيدا ٿيو. سندس زمانو 2100 ورهيه ق-م آهي. اتي توحيد جي دعوت ڏنائين. سندس پيءُ بت پرست هو ۽ مندر جو خدمتگذار هو. پيءُ کي توحيد جي دعوت ڏنائين. سندس قوم نه رڳو بت پرست هئي، پر سج، چنڊ ۽ تارن جي به پوڄا ڪندي هئي. حضرت ابراهيمؑ قوم کي به توحيد جي دعوت ڏني. ان وقت جو بادشاهه نمرود هو، جيڪو هڪ ڪافر ۽ ظالم حڪمران هو. حضرت ابراهيمؑ نمرود کي به توحيد جي دعوت ڏني. نمرود کيس باهه ۾ اڇلايو. الله کيس بچائي ورتو. حضرت ابراهيمؑ پنهنجي ڀائٽي حضرت لوطؑ سان گڏ عراق مان فلسطين جي طرف هجرت ڪئي. پنهنجي وڏي پٽ اسمعيلؑ کي مڪي ۾ آباد ڪيائين ۽ توحيد جي دعوت تي مقرر ڪيو. پنهنجي ننڍي پٽ

اسحاقؑ کي فلسطين ۾ توحيد جي دعوت تي مقرر ڪيو. پنهنجي ڀائٽي لوطؑ کي اردن ۾ توحيد جي دعوت تي مقرر ڪيو.

قرآن چوي ٿو:

وَاِبْرٰهِيْمَ اِذْ قَالَ لِقَوْمِهِ اعْبُدُوا اللّٰهَ وَاتَّقُوْهُ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ○ اِنَّمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْثَانًا وَّتَخْلُقُوْنَ اِفْكًا ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَا يَمْلِكُوْنَ لَكُمْ رِزْقًا فَابْتَغُوْا عِنْدَ اللّٰهِ الرِّزْقَ وَاعْبُدُوْهُ وَاشْكُرُوْا لَهٗ ؕ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ○

(العنڪبوت: 17-16)

”۽ ابراهيم کي (به موڪليوسون). جڏهن پنهنجي قوم کي چيائين ته الله جي بندگي ڪريو ۽ ان کان ڊڄو. جيڪڏهن ڪا ڄاڻ اٿو ته اهو ڪم اوهان لاءِ تمام ڀلو آهي. بيشڪ اوهان الله کي ڇڏي جن کي پوڄيو ٿا، اهي رڳو بت آهي. الله کان سواءِ جن جي توهان پوڄا ڪريو ٿا، تن کي اوهان جي رزق ڏيڻ جو ڪو اختيار ڪونهي، تنهن ڪري الله کان ئي رزق طلبيو ۽ ان جي ئي بندگي ڪريو ۽ ان جوئي شڪر ڪريو. اوهين انهنءَ ڏي ئي موٽايا ويندا.“

قَدْ كَانَتْ لَكُمْ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ فِيْٓ اِبْرٰهِيْمَ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗ ۚ اِذْ قَالُوْا لِقَوْمِهِمْ اِنَّا بُرَءٰٓؤُا مِنْكُمْ وَمِمَّا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۫ كَفَرْنَا بِكُمْ وَبَدَا بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمُ الْعَدَاوَةُ وَالْبَغْضَاۗءُ اَبَدًا حَتّٰى تُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ وَحْدَهٗٓ

(الممتحنه: 40)

”ابراهيم ۽ سندس ساٿين ۾ اوهان لاءِ هڪ سهڻو مثال آهي. جڏهن هنن پنهنجي قوم وارن کي (کولي) چئي ڇڏيو ته اسان اوهان ۽ الله کانسواءِ جن کي توهان پوڄيو ٿا، تن کان بلڪل بيزار آهيون. اسين

اوهان جا منڪر ٿي چڪاسون ۽ اسان جي ۽ اوهان جي وچ ۾ هميشه لاءِ ويرُ ۽ دشمني پيدا ٿي چڪي آهي. جيستائين توهان هڪ الله تي ايمان نه آڻيو.“

## حضرت لوط جي توحيد جي دعوت:

حضرت لوطؑ، حضرت ابراهيمؑ جو ڀائٽيو هو. سندس زمانو به 2100 ق.م جي آس پاس آهي. حضرت لوطؑ اردن ۾ توحيد جي دعوت ۽ تبليغ جو ڪم سر انجام ڏنو.

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ○ (الشوريٰ:163)

”سو توهان الله کان ڊڄو ۽ منهنجي پيروي ڪريو.“ (منهنجو چيو مڃيو)

## حضرت اسماعيلؑ جي توحيد جي دعوت:

حضرت اسماعيلؑ حضرت ابراهيمؑ جو وڏو پُٽ هو. 86 سالن جي عمر ۾ حضرت ابراهيمؑ کي الله تعاليٰ اهو پٽ ڏنو. بيبي هاجره سندس والده هئي. سندس زمانو 2000 ق-م جي ويجهو آهي. حضرت اسماعيلؑ پنهنجي پيءُ حضرت ابراهيمؑ سان گڏ ڪعبه شريف جوڙيو، جيڪو توحيد جي سڀ کان وڏي نشاني آهي. هن مڪه شريف جي آس پاس توحيد جي دعوت پکيڙي. حضرت يعقوبؑ جي ٻارهن پٽن به حضرت يعقوبؑ جي مرڻ وقت اقرار ڪيو هو ته هو هڪ خدا جي بندگي ڪندا ۽ اسلام جي مطابق زندگي گذاريندا. قرآن فرمائي ٿو:

”پوءِ ڇا توهان ان وقت موجود هئين، جڏهن يعقوبؑ هن دنيا مان رخصت ٿي رهيو هو؟ ان مرڻ ويل پنهنجي پٽن کان پڇيو: اي پٽڙؤ! اوهان مون کان پوءِ ڪنهن جي بندگي ڪندا؟“

قَالُوْا نَعْبُدُ اِلٰهَكَ وَاِلٰهَ اٰبَآئِكَ اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ اِلٰهًا

وَّاحِدًا وَّنَحۡنُ لَهٗ مُسۡلِمُوۡنَ○ (البقره:133)

”انهن سڀني جواب ڏنو: اسين ان هڪ خدا جي بندگي ڪنداسون، جنهن کي اوهان (يعني حضرت يعقوبؑ) ۽ اوهان جي بزرگن (يعني اوهان جي ڏاڏي) ابراهيمؑ (۽ اوهان جي چاچي) اسماعيلؑ ۽ (اوهان جي پيءُ) اسحاقؑ خدا مڃيو هو ۽ اسان ان جائي فرمانبردار آهيون.“

## حضرت اسحاقؑ جي توحيد جي دعوت:

حضرت اسحاقؑ، حضرت ابراهيمؑ جو بيبي ساره مان ننڍو پٽ هو. حضرت اسماعيلؑ کان چوڏهن سال ننڍو هو. الله تعاليٰ حضرت ابراهيمؑ کي سؤ (100) سالن جي عمر ۾ حضرت اسحاقؑ عطا ڪيو. ان جو زمانو به 2000 سال ق.م آهي. فلسطين جي سرزمين تي توحيد جي دعوت پکيڙيائين. ان جي توحيد جي دعوت جو ذڪر گذريل آيتن ۾ ٿي گذريو آهي.

## حضرت يعقوبؑ جي توحيد جي دعوت:

حضرت يعقوب جو ٻيو نالو ”اسرائيلؑ“ آهي. هو حضرت اسحاقؑ جو فرزند ۽ حضرت ابراهيمؑ جو پوٽو هو. ان کي ٻارنهن پٽ هئا، جن کي بني اسرائيل چيو وڃي ٿو. ان جو زمانو 1900 ق.م جي ويجهو آهي. ٻارنهن پٽن ۾ حضرت يوسفؑ به شامل آهي. حضرت يعقوبؑ مرڻ کان اڳ پنهنجي سموري اولاد کي توحيد ۽ اسلام جي نصيحت ڪئي. سمورن ٻارنهن پٽن هڪ زبان ٿي توحيد ۽ اسلام جو عهد ڪيو.

اَمۡ كُنۡتُمۡ شُهَدَآءَ اِذۡ حَضَرَ يَعۡقُوۡبَ الۡمَوۡتُ ۙ اِذۡ قَالَ لِبَنِيۡهِ مَا تَعۡبُدُوۡنَ مِنۡۢ بَعۡدِىۡ ؕ قَالُوۡا نَعۡبُدُ اِلٰهَكَ وَاِلٰهَ اٰبَآئِكَ اِبۡرٰهٖمَ وَاِسۡمٰعِيۡلَ وَاِسۡحٰقَ اِلٰهًا وَّاحِدًا ۚۖ وَّنَحۡنُ لَهٗ مُسۡلِمُوۡنَ○ (البقره:133)

”ڇا اوهين موجود هئا جڏهن يعقوب کي موت ويجهو ٿيو. جنهن وقت

پنهنجي پٽن کان پڇيائين تہ مون کان پوءِ ڪنهن جي عبادت ڪندؤ؟ چيائون: اسين عبادت ڪنداسون تنهنجي ڏڻيءَ جي ۽ تنهنجي وڏڙن ابراهيم، اسماعيل ۽ اسحاق جي ڌڻيءَ جي، جيڪو هڪ ئي ڌڻي آهي ۽ اسين ان جا فرمانبردار آهيون."

## ● حضرت يوسفؑ جي توحيد جي دعوت:

حضرت يوسفؑ جو زمانو 1900 ق.م جي آس پاس آهي. حضرت يعقوبؑ جو فرزند هو. ان کي ڀائرن هڪ سڪل کوهہ ۾ ڦٽي ڪيو هو. مصر ۾ وڃي وڪاڻو. مصر جي عزيز جي نوڪري ۾ رهيو. پاڪ دامني جي عيوض جيل ۾ رهڻو پيس. جيل ۾ بہ توحيد جي تبليغ ڪندو رهيو. پوءِ معجزي طور مصر جو حاڪم بڻجي ويو. مصر ۾ توحيد جي دعوت پکيڙيائين. اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ پنهنجي يارهن ڀائرن، ماءُ ۽ پيءُ حضرت يعقوبؑ کي ۽ ٻين بني اسرائيل کي فلسطين مان مصر آڻي آباد ڪيائين. جيل ۾ پنهنجي ٻن ساٿين کي حضرت يوسفؑ پنهنجي ۽ خاندان جي توحيد جي عقيدي جي سمجهاڻي ڏني، پوءِ کين توحيد جي دعوت ڏيندي انهن جي مشرڪاڻي عقيدي جي غلطي بيان ڪئي. قرآن ۾ آهي:

وَاتَّبَعْتُ مِلَّةَ اٰبَآءِیْٓ اِبْرٰهِیْمَ وَاِسْحٰقَ وَیَعْقُوْبَ ؕ

۽ آءٌ پنهنجي وڏن ابراهيمؑ، اسحاقؑ ۽ يعقوبؑ جي دين تي هلان ٿو،

مَا كَانَ لَنَآ اَنْ نُّشْرِكَ بِاللّٰهِ مِنْ شَیْءٍ ؕ

۽ اسان کي نٿو جڳائي جو اسين ڪنهن کي بہ الله سان عبادت ۾ ڀائيوار ڪريون.

ذٰلِكَ مِنْ فَضْلِ اللّٰهِ عَلَیْنَا وَعَلَى النَّاسِ

اهو اسان تي ۽ سڀني ماڻهن تي الله جو فضل آهي،

وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا یَشْكُرُوْنَ ○

پر گھڻا ماڻھو شڪر نٿا ڪن.

يٰصَاحِبَيِ السِّجۡنِ ءَاَرۡبَابٌ مُّتَفَرِّقُوۡنَ خَيۡرٌ

اي قيد جا ساٿيو! گهڻا رب چڱا آهن،

اَمِ اللّٰهُ الۡوَاحِدُ الۡقَهَّارُ ؕ ○

يا اهو هڪ الله، جيڪو سڀني کان زبردست آهي؟

مَا تَعۡبُدُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِهٖۤ اِلَّاۤ اَسۡمَآءً سَمَّيۡتُمُوۡهَاۤ اَنۡتُمۡ وَ اٰبَآؤُكُمۡ

اوهين الله کي ڇڏي جن جي عبادت ڪريو ٿا، سي رڳو ڪي نالا آهن، جيڪي اوهان ۽ اوهان جي وڏن رکيا آهن،

مَّاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ بِهَا مِنۡ سُلۡطٰنٍ ؕ

الله ته انهن بابت ڪا به سَنَد نه لاٿي آهي،

اِنِ الۡحُكۡمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ اَمَرَ اَلَّا تَعۡبُدُوۡۤا اِلَّاۤ اِيَّاهُ ؕ

۽ حڪم هلائڻ جو اختيار ته رڳو الله کي ئي آهي. هن جو حڪم آهي ته خاص ان کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نه ڪريو.

ذٰلِكَ الدِّيۡنُ الۡقَيِّمُ

اهو ئي سڌو دين آهي،

وَلٰـكِنَّ اَكۡثَرَ النَّاسِ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ○ (يوسف:38 تا 40)

پر گهڻا ماڻهو نٿا ڄاڻن.

- **حضرت شعيبؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت شعيبؑ توحيد جي دعوت عام ڪئي. هي اصحاب الايڪه (اهل تبوڪ) ۽ مدين وارن ڏانهن موڪليا ويا هئا. سندن زمانو 1400 ق.م آهي. ان به توحيد جي دعوت ڏني.

يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (هود:84)

”اي منهنجي قوم! (فقط) الله جي عبادت ڪريو. ان ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ اوهان جو معبود نہ آهي.“

وَاِلٰى مَدۡيَنَ اَخَاهُمۡ شُعَيۡبًا ؕ

”۽ مدين وارن ڏانهن اسان انهن جي ڀاءُ شعيب؈ ڪي موڪليوسون.

قَالَ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ

ان دعوت ڏني: اي منهنجا قوم وارؤ! الله جي بندگي ڪريو. ان ڪان سواءِ اوهان جو ڪوبہ معبود ڪونهي.

قَدۡ جَآءَتۡكُمۡ بَيِّنَةٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ

اوهان وٽ اوهان جي رب جي طرفان پڌرو دليل اچي چڪو آهي.

فَاَوۡفُوا الۡكَيۡلَ وَالۡمِيۡزَانَ وَلَا تَبۡخَسُوا النَّاسَ اَشۡيَآءَهُمۡ

تنهن ڪري ماپ تور پوري ڪيو. ماڻهن جي سندن شين ۾ گهٽتائي نہ ڪريو.

وَلَا تُفۡسِدُوۡا فِى الۡاَرۡضِ بَعۡدَ اِصۡلَاحِهَا ؕ

۽ زمين ۾ ان جي سڌاري ڪان پوءِ فساد برپا نہ ڪريو.

ذٰلِكُمۡ خَيۡرٌ لَّـكُمۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ۝ (الاعراف:85)

اهوئي اوهان جي حق ۾ بهتر آهي، جيڪڏهن اوهان مؤمن آهيو.“

## ● حضرت موسيٰ؈ جي توحيد جي دعوت:

حضرت موسيٰ؈ مصر ۾ پيدا ٿيو. بني اسرائيل جو نبي آهي. بني اسرائيل ۽ فوجي ڊڪٽيٽر فرعون ۽ ان جي ساٿين کي توحيد جي دعوت ڏني. ان جو زمانو 1300 ق.م آهي.

إِنَّمَآ إِلَٰهُكُمُ اللَّهُ الَّذِي لَآ إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ. (طٰهٰ: 98)

”اي انسانؤ! اوهان جو اِلٰه تہ رڳو هڪ ئي الله آهي، جنهن کان سواءِ ٻيو ڪو اِلٰه آهي ئي ڪونہ.“

قَالَ أَغَيْرَ اللَّهِ أَبْغِيكُمْ إِلَٰهًا

موسيٰ چيو: ڇا مان اوهان لاءِ الله کان سواءِ ڪو ٻيو معبود ڳولهيان؟

وَّهُوَ فَضَّلَكُمْ عَلَى الْعٰلَمِينَ○ (الاعراف:140)

جڏهن تہ ان ئي اوهان کي سموري دنيا جي قومن تي فضيلت بخشي آهي؟“

- **حضرت سليمانؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت سليمانؑ جو زمانو 950 ق.م آهي. هي حضرت دائودؑ جو فرزند هو. الله تعاليٰ کيس نبي بہ بنايو هو ۽ حڪومت بہ ڏني هئي. الله تعاليٰ ان لاءِ نہ رڳو انسانن، پر جنن ۽ پکين جا لشڪر بہ گڏ ڪيا هئا. حضرت سليمانؑ پنهنجي حڪومت ۽ اقتدار کي توحيد ۽ اسلام کي پکيڙڻ ۾ استعمال ڪيو. سندس ڪوشش جي ڪري يمن جي سلطنت سبا جي ملڪ مسلمان ٿي وئي، جيڪا اڳ سج جي پوڄا ڪندي هئي. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ ان چيو:

وَأَسْلَمْتُ مَعَ سُلَيْمَٰنَ لِلَّهِ رَبِّ الْعٰلَمِينَ○ (النمل: 44)

”۽ هاڻي مون حضرت سليمانؑ سان گڏ ڪائنات جي پالڻهار الله جي اطاعت قبول ڪئي.“

- **حضرت يحييٰؑ جي توحيد جي دعوت:**

حضرت يحييٰؑ، حضرت زڪرياؑ جو فرزند آهي ۽ حضرت عيسيٰؑ جي ناناڻي مائٽن مان هو. حضرت عيسيٰؑ ۽ حضرت يحييٰؑ تقريبًا هم عمر

هئا. پئي بني اسرائيل ڏانهن موڪليا ويا هئا. جامع ترمذي ۾ حضرت حارث اشعري رضي الله عنه کان هڪ روايت ۾ آهي ته الله تعاليٰ حضرت يحييٰ کي پنجن شين جو حڪم ڏنو ته پاڻ به ان تي عمل ڪري ۽ بني اسرائيل کي چَوي ته اُهي به انهن تي عمل ڪن. انهن مان سڀ کان پهرين اها شيءِ هئي ته الله جي بندگي ڪئي وڃي ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪيو وڃي. پوءِ پاڻ نماز، روزي، زڪوات ۽ ذِڪر جو حڪم ڏنو.

(جامع ترمذي، حديث 2863)

## • حضرت عيسيٰ عليه السلام جي توحيد جي دعوت:

حضرت عيسيٰ عليه السلام فلسطين ۾ پيدا ٿيو. 33 سالن جي عمر ۾ کنيو ويو. حضرت عيسيٰ عليه السلام به توحيد جي دعوت ڏني، پر يهودين سندس دعوت کي رد ڪيو. رڳو ڪجهه حوارين ايمان آندو. حضرت عيسيٰ عليه السلام کان پوءِ هڪ مخالف يهودي پال (Paul) سندس نالي سان غلط عقيدا لاڳو ڪري عيسائي مذهب جو بنياد رکيو ۽ عيسيٰ عليه السلام کي خدا جو پٽ قرار ڏنو. حضرت عيسيٰ عليه السلام ته بني اسرائيل کي چيو هو:

اِنَّ اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ؕ

”الله منهنجو به رب آهي ۽ اوهان جو به رب آهي، ان ڪري ان جي بندگي اختيار ڪيو.

هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ○ (آل عمران:51)

(توحيد جو رستوئي) سڌو رستو آهي.“

حضرت عيسيٰ عليه السلام بني اسرائيل کي نه رڳو توحيد کان واقف ڪيو، پر شرڪ جي خرابيءَ کان به خبردار ڪيو ته شرڪ ڪرڻ واري لاءِ جنت حرام ڪيو ويو ۽ ان جو ماڳ جهنم ٿيندو ۽ اهڙي شخص لاءِ ڪو سفارش ڪرڻ وارو ۽ مددگار نه هوندو.

وَقَالَ الْمَسِيحُ يٰبَنِيٓ اِسْرَآءِيْلَ اعْبُدُوا اللّٰهَ رَبِّيْ وَرَبَّكُمْ ؕ اِنَّهٗ مَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدْ حَرَّمَ اللّٰهُ عَلَيْهِ الْجَنَّةَ وَمَاْوٰىهُ النَّارُ ؕ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ مِنْ اَنْصَارٍ ۝ (المائده:72)

”مسيح چيو هو: اي بني اسرائيل! الله جي بندگي ڪريو، جيڪو منهنجو به رب آهي ۽ اوهان جو رب به آهي. جنهن الله سان ڪنهن کي ڀائيوار بنايو، ان تي الله جنت کي حرام ڪيو آهي ۽ ان جو ٺڪاڻو جهنم آهي ۽ اهڙن ظالمن جو ڪوبه مددگار ڪونهي.“

## ● حضرت محمد ﷺ جي توحيد جي دعوت:

الله جا آخري رسول حضرت محمد ﷺ مڪي ۾ 570ع ۾ پيدا ٿيا ۽ چاليهه سالن جي عمر ۾ ساري دنيا لاءِ هميشه لاءِ رسول ۽ رحمت للعالمين بنائي مبعوث ڪيا ويا. پاڻ ڪريمن ﷺ مڪي جي مشرڪن کي توحيد جي دعوت ڏني. تيرهن سالن کان پوءِ مديني منوره ڏانهن هجرت ڪئي، 6320ع ۾ رحلت فرمايائون. قرآن چوي ٿو:

قُلْ اِنَّمَآ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ اللّٰهَ وَلَآ اُشْرِكَ بِهٖ ؕ (الرعد: 36)

”اوهان صاف چئي ڏيو: مون کي ته رڳو الله جي بندگيءَ جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ ان کان منع ڪيو ويو آهي ته ڪنهن کي ان سان ڀائيوار بنايان.“

## ● سمورن نبين سڳورنؑ جي توحيد جي دعوت:

سورة الانعام ۾ الله تعاليٰ پنهنجي ڪجهه نبين (يعني حضرت نوحؑ، حضرت ابراهيمؑ، حضرت اسحاقؑ، حضرت يعقوبؑ، حضرت دائودؑ، حضرت سليمانؑ، حضرت ايوبؑ، حضرت يوسفؑ، حضرت موسيٰؑ، حضرت هارونؑ، حضرت زڪرياؑ، حضرت يحييٰؑ، حضرت عيسيٰؑ، حضرت الياسؑ، حضرت اسماعيلؑ، حضرت يسعؑ، حضرت يونسؑ ۽ حضرت لوطؑ) جو نالو وٺڻ بعد فرمايو:

وَلَوْ أَشْرَكُوا لَحَبِطَ عَنْهُمْ مَّا كَانُوا يَعْمَلُونَ ○ (الانعام: 88)

”جيڪڏهن اهي پيغمبر ۽ نبي به شرڪ ڪن ها ته انهن جا سمورا عمل ناس ڪيا وڃن ها.“

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته توحيد ڪيتري قدر اهم شيءِ آهي ۽ شرڪ ڪيتري قدر بري شيءِ آهي ۽ اڳين پيغمبرن حضرت نوحؑ کان وٺي آخري پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تائين سڀني ”توحيد جي دعوت“ ڏني ۽ ماڻهن کي شرڪ کان بچائڻ لاءِ سر توڙ ڪوششون ڪيون.

- **بيان جو تَتُ:**

1- سڀني نبين ۽ رسولن پنهنجي دعوت جي شروعات ”توحيد“ سان ڪئي.

2- انهن جي دعوت جو پهريون ۽ مرڪزي مطالبو انسانن کان توحيد جو اقرار ۽ شرڪ جو انڪار هو.

## سوال

1. نبين سڳورنؑ جي دعوت جو پهريون ۽ مرڪزي نڪتو توحيد ڇو آهي؟ سبب بيان ڪريو.
2. نبين سڳورنؑ جي توحيد جي دعوت جو تَتُ بيان ڪريو.

## الله تعاليٰ جا نوانوي (99) حسين ۽ جميل نالا آهن:

### رسول الله ﷺ فرمايو:

لِلّٰهِ عَزَّوَجَلَّ تِسْعَةٌ وَتِسْعُوْنَ اِسْمًا ، مِائَةٌ اِلاَّ وَاحِدًا ، لاَ يَحْفَظُهَا اَحَدٌ اِلَّا دَخَلَ الْجَنَّةَ ، وَهُوَوَتْرٌ يُحِبُّ الْوِتْرَ .

”الله تعاليٰ جا نوانوي (99) نالا آهن، هڪ گهٽ سؤ. جنهن انهن نالن کي ياد ڪيو، اهو جنت ۾ داخل ٿيندو. الله تعاليٰ وتر آهي، وتر سان محبت ڪري ٿو.“

(صحيح بخاري، ڪتاب الدعوات، حديث ٦٤١٠، عن ابي هريرة رضي الله عنه)

# توحيدِ ذات

- **هڪ اهم اصولي ڳالهه:**

توحيدِ ذات کي سمجهڻ کان اڳ هڪ اهم اصولي ڳالهه سمجهندا. انسان پاڻ مرادو الله جي ذات جي معرفت حاصل نٿو ڪري سگهي. هي اهڙو معاملو آهي، جنهن ۾ گمان ۽ اندازو انسان جي رهنمائي ڪري نٿو سگهي. اٽلو خوف آهي ته انسان ڀٽڪي نه وڃي.

الله تعاليٰ جي ذات ڪيئن آهي؟ ان سوال جو جواب خود الله تعاليٰ جي ذمي آهي. الله تعاليٰ پاڻ فرمايو آهي:

اِنَّ عَلَيْنَا لَلْهُدٰى ۝ (الليل: 12)

"يقينًا رستو ڏيکارڻ اسان جي ذمي آهي."

الله تعاليٰ پاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ پنهنجي ذات ۽ صفتن جي وضاحت ڪري، يا هو پنهنجي ڪنهن نمائندي نبي يا رسول جي ذريعي (حديث ۽ سنت ۾) ماڻهن کي ٻڌائي ته هو ڪير آهي ۽ هو ڪيئن آهي؟ الله جي ذات کي سمجهڻ لاءِ اسان به الله جي ڪلام يعني قرآن مجيد ڏانهن رجوع ڪريون ٿا. سو سڀ کان اڳ سورة اخلاص جو جائزو وٺون ٿا:

قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ ۝

"چئو اُهو الله هڪ آهي. (ڪو به ثاني نه اٿس)

اَللّٰهُ الصَّمَدُ ۝

الله جنهن کي ڪنهن جي به ڪاڻ نه آهي (ٻيا سڀ اُن جا محتاج آهن).

لَمْ يَلِدْ ۙ وَلَمْ يُوْلَدْ ۝

نه ڪو هن مان ڄائو آهي، نه ڪنهن کيس ڄڻيو آهي.

وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ ○ (سورة الاخلاص)

۽ هن جو ڪوبه مٽ ثاني نہ آهي.“

ان سورت مان توحيد ذات جي باري ۾ هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

سورة الاخلاص هڪ جامع سورة آهي. اسين هتي رڳو توحيد ذات جي حوالي سان ان جي ڪجهہ نُڪتن ڏانهن اشارو ڪريون ٿا. تفصيل جي لاءِ تفسيرن ڏانهن توجہ ڪريو:

1- الله تعاليٰ ﴿اَحَدٌ﴾ آهي. يعني هو نرالو آهي، يڪتا (Unique) آهي، ان جهڙي ڪا هستي ڪانهي. هو اهڙو خالق (Creator) آهي، جنهن جو نظير ۽ مثال، ان جي ڪنهن مخلوق (Creation) ۾ ٿي نٿو سگهي.

2- الله تعاليٰ ﴿اَلصَّمَدُ﴾ آهي. نہ ان جي اندر مان ڪا شيءِ نڪتي آهي ۽ نہ ان ۾ ڪا شيءِ داخل ٿي آهي. هو اهڙو سردار ۽ اعليٰ هستي آهي، جنهن جي اڳيان سموري مخلوق محتاج آهي، هو پاڻ ڪنهن جو محتاج نہ آهي.

3- الله تعاليٰ ﴿لَمْ يَلِدْ﴾ آهي. ان ڪنهن کي نہ ڄڻيو آهي، نہ هو ڪنهن جو پيءُ آهي. ان جي اندر مان ڪا شيءِ نہ نڪتي آهي. ان جو ڪو پٽ يا ڌيءُ ڪانهي. اولاد ماءُ پيءُ جو حصو هوندي آهي، الله جو ڪو جزو يا حصو ڪونهي.

4- الله تعاليٰ ﴿وَلَمْ يُوْلَدْ﴾ آهي. هو ڪنهن جي اندر مان نہ نڪتو آهي، ان جو ڪو پيءُ نہ آهي، ان جي ڪا ماءُ نہ آهي، ان ڪا شيءِ ميراث ۾ حاصل نہ ڪئي آهي. يعني ان جي نسب جو سلسلو نہ هيٺان آهي نہ مٿان، يعني نہ تہ الله تعاليٰ ۾ ڪا شيءِ داخل ٿئي ٿي، نہ الله جي اندران ڪا شيءِ نڪري ٿي، نہ هُو ڪجهہ ڪائي ٿو نہ پيئي ٿو.

5- ان جو ڪو ﴿كُفُو﴾ بہ نہ آهي. يعني ان جهڙو ڪوبہ نہ آهي، ان جو مَٽُ

ثاني بہ ڪو ڪونهي، ان جو ڪو نظير بہ نہ آهي، ان جي مرتبي جهڙو بہ ڪو ڪونهي. اڳ ۾ ڏٺو ويو هو تہ ان جو نسب هيٺان يا مٿين طرف ڪوبہ ناهي. هاڻي ڏٺو ٿو وڃي تہ ان جو نسب، ان جي برابريءَ وارو بہ ڪونهي، يعني نہ ان جو ڪو پاڙ آهي نہ زوال.

## الله تعاليٰ الاول بہ آهي ۽ الآخر بہ

قرآن مان توحيدِ ذات جي باري ۾ 4 ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون. قرآن چوي ٿو:

هُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ (الحديد: 3)

”اهوئي اول بہ آهي تہ آخر بہ، پڌرو بہ آهي تہ لڪل بہ.“

- الاول جو مطلب آهي تہ الله کان اڳ ڪوبہ ناهي. اهوئي پهريون آهي. الآخر جو مطلب آهي تہ ان کان پوءِ بہ ڪو ناهي. ڪنهن مخلوق لاءِ بہ ذاتي بقا ناهي، ذاتي بقا رڳو الله جي صفت آهي. قرآن فرمائي ٿو:

”هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي، سواءِ الله جي ذات جي.“ (سورة القصص: 88)

”هن زمين تي جو ڪجهہ بہ موجود آهي، اهو فنا ٿيڻ وارو آهي ۽ رڳو تنهنجي رب ذوالجلال والاڪرام جي ذات ئي باقي رهندي.“ (سورة الرحمٰن:27)

جنت ۾ مسلمانن ۽ دوزخ ۾ ڪافرن لاءِ بہ آخرت جي ابدي زندرت الله تعاليٰ جي قدرت جو دليل آهي. اهي پاڻ هميشہ لاءِ زنده رهي نٿا سگهن، بلڪ الله تعاليٰ جي قدرت جي نتيجي ۾ انهن کي ابدي زندگي ملندي.

## الله تعاليٰ الظاهر بہ آهي ۽ الباطن بہ

- الظاهر جو مطلب هي آهي تہ الله تعاليٰ کان مٿي ڪا هستي ناهي.

وَاَنْتَ الظَّاهِرُ فَلَيْسَ فَوْقَكَ شَيْءٌ. (مسلم، حديث 6889)

”اي الله! تون ئي ظاهر آهين، تو کان مٿي ڪا شيءِ نہ آهي.“

"الله تعاليٰ الظاهر آهي" جو مطلب هي ٻه آهي ته انسان پنهنجي سوچي سمجهي معرفت سان الله کي لهي سگهي ٿو. ان جي آيتن سان ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو. ان جي خلقيل شين تي غور ڪري، ان جي عظمت ۽ قدرت جو اندازو ڪري سگهي ٿو. هرڪا موجود شيءِ الله تعاليٰ جي هستيءَ تي بهترين فطري دليل بڻجي سگهي ٿي.

- الباطن جو مطلب هي آهي ته ڪا هستي الله تعاليٰ کان وڌيڪ مخفي ۽ لڪيل نه آهي.

وَاَنْتَ الْبَاطِنُ فَلَيْسَ فَوْقَكَ شَيْءٌ. (مسلم، حديث 6889)

"اي الله! تون ئي باطن آهين، توکان وڌيڪ لڪل ڪابه شيءِ ڪانهي."

- الظاهر ۽ الباطن جي فرق سمجهڻ لاءِ هيٺ ڏنل چارٽ ڏسو:

| الظَّاهِرِ | الباطن |
|---|---|
| 1- الله تعاليٰ پنهنجي آيتن سان ظاهر آهي. | 1- الله تعاليٰ پنهنجي ذات سان باطن آهي. |
| 2- الله تعاليٰ سڀني کي گهيرو ڪندڙ آهي.<br>سڀني تي فوقيت رکي ٿو.<br>الله تعاليٰ سڀني تي فوقيت رکي ٿو. (صحيح مسلم حديث 6889) | 2- الله تعاليٰ سڀ کان وڌيڪ مخفي آهي.<br>سڀ کان وڌيڪ لڪل آهي.<br>الله تعاليٰ کان وڌيڪ لڪل ڪا شيءِ ڪانهي.(صحيح مسلم، حديث 6889) |
| 3- الله تعاليٰ جي طرفان ظاهري نعمتون ٻه حاصل ٿين ٿيون.(لقمان: 20) | 3- الله تعاليٰ باطني نعمتون ٻه عطا فرمائي ٿو. (لقمان: 20) |
| 4- الله تعاليٰ جون آيتون ظاهر آهن. اهي آفاق ۽ نفسن ۾ چٽيون ۽ روشن آهن. | 4- الله تعاليٰ جي ذات کي اکين سان ڏسي نٿو سگهجي.<br>لَاتُدْرِكُهُ الْاَبْصَارُ (الانعام:103) |

# ڪابہ شيءِ الله تعاليٰ جھڙي نہ آھي

لَيۡسَ كَمِثۡلِهٖ شَيۡءٌ ۚ (الشوريٰ: 11)

"ڪائنات جي ڪابہ شيءِ ان جھڙي ڪانھي."

الله تعاليٰ ئي زمين ۽ آسمان جو خالق ۽ فاطر آھي، ان ئي انسانن ۽ جانورن مان جوڙا پيدا ڪيا آھن. انھن جوڙن جي مدد سان ئي ھو انساني نوع کي وڌائيندو رھي ٿو. ھو ھڪ ئي وقت ساري ڪائنات کي ڏسي ۽ ٻڌي ٿو. (الشوريٰ: 11)

- ھاڻي سورة البقرة جي ھڪ آيت ڏسو. جيڪا ذاتي توحيد جي وڏيڪ وضاحت ڪري ٿي:

وَقَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ وَلَدًا ۙ سُبۡحٰنَهٗ ؕ

"۽ چون ٿا تہ الله پنھنجو پٽ بڻايو آھي، اھو پاڪ آھي.

بَلۡ لَّهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ

جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آھي، سو سندس ملڪيت ۾ آھي.

كُلٌّ لَّهٗ قٰنِتُوۡنَ ○ (البقرة: 116)

سڀ سندس تابعدار آھن."

ھن آيت مان ھيٺيون ڳالھيون معلوم ٿين ٿيون:

1- الله جو ڪو پٽ ڪونھي. پٽ جو محتاج پوڙھو ماڻھو ھوندو آھي، الله ڪنھن جو محتاج نہ آھي.

2- الله تعاليٰ سبحان آھي، بي عيب آھي، ان کي ڪنھن سھاري جي ضرورت نہ آھي.

3- الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان جي سموري موجود شين جو مالڪ آھي، انھن سڀني تي سندس حڪومت آھي. ھو طاقت ۽ قوت وارو آھي، ھو بي

وس ۾ مجبور ناهي. هو ڪنهن جي مدد جو محتاج نہ آهي.
4- زمين ۽ آسمان جي سموري مخلوق (نبي، رسول، فرشتا، اولياء ۽ سمورا انسان) الله تعاليٰ جائي مطيع ۽ فرمانبردار آهن.

## توحيد ذات لاءِ هڪ عقلي دليل

الله تعاليٰ توحيدِ ذات لاءِ قرآن مجيد ۾ عقلي دليل بہ ڏنا آهن تہ هڪ مشرڪ پنهنجي عقل کان ڪم وٺي شرڪ کان توبهہ ڪري ۽ توحيد اختيار ڪري.

سورة الانعام ۾ فرمايو:

اَنّٰى يَكُوْنُ لَهٗ وَلَدٌ

”سندس اولاد ڪٿان آيو؟

وَّلَمْ تَكُنْ لَّهٗ صَاحِبَةٌ ؕ

جڏهن تہ ڪيس ڪا زال نہ آهي،

وَخَلَقَ كُلَّ شَيْءٍ ۚ (الانعام: 101)

۽ ان هر هڪ شيءِ کي پيدا ڪيو.

هن آيت مان هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿيون:

1- اِن آيت ۾ هي عقلي سوال اٿاريو ويو آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ جي ڪا زال (صَاحِبَة) ئي ڪانهي تہ ان جو پٽ ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

2- الله تعاليٰ جو ڪو پٽ ڪونهي، يعني نہ تہ حضرت عيسيٰؑ الله جو پٽ آهي، نہ حضرت عزيرؑ الله جو پٽ آهي.

3- الله تعاليٰ خالق (Creator) آهي، ان کان سواءِ سڀ مخلوق (Creation) آهن، توڙي انسان هجن، پيغمبر هجن، فرشتا هجن، اولياء هجن، جنّ هجن يا ٻي ڪا مخلوق يا ڪائنات. الله کان سواءِ جيڪو بہ آهي، اهو ﴿مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ﴾ آهي.

# مکي جا مشرڪ ۽ شرڪ في الذات

مکي جي بعض مشرڪن جو عقيدو هو تہ الله تعاليٰ جي اولاد آهي. ان جا پٽ نہ آهن، پر ڌيئر آهن. اهي سمجهندا هئا تہ فرشتا الله تعاليٰ جون ڌيئر آهن. اهي پنهنجي لاءِ ڌيئرن کي شرم جو باعث سمجهندا هئا، پر الله تعاليٰ جي ذات سان ڌيئر منسوب ڪندا هئا. قرآن مجيد انهن جي ان عقيدي تي سخت پڪڙ ڪئي. فرمايو ويو:

اَلَكُمُ الذَّكَرُ وَلَهُ الْاُنْثٰى ○

”ڇا اوهان لاءِ تہ پٽ آهن ۽ الله لاءِ ڌيئرون؟

تِلْكَ اِذًا قِسْمَةٌ ضِيْزٰى ○

اها تہ ڏاڍي اڻنگي ورڇ ٿي!

اِنْ هِيَ اِلَّآ اَسْمَآءٌ سَمَّيْتُمُوْهَآ اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمْ

اهي تہ رڳو ڪي نالا آهن، جيڪي اوهان ۽ اوهان جي ابن ڏاڏن ڪٽي رکيا آهن.

مَّآ اَنْزَلَ اللّٰهُ بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ۭ

الله انهن بابت ڪو دليل نازل نہ ڪيو آهي.

اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَمَا تَهْوَى الْاَنْفُسُ ○ (النجم: 23-21)

اهي تہ فقط وهمن گمانن تي ۽ پنهنجي دل جي سُڌن تي ٿا هلن.“

ان آيت مان هي بہ معلوم ٿيو تہ ظن ۽ قياس (Speculation, Assumption) سان خدا جي باري ۾ ڪو فيصلو ڪري نٿو سگهجي، پر ان لاءِ دليل (سلطان، علم) جي ضرورت هوندي آهي. ان سلطان (Evidence) جو بہ آسماني وحي تي ٻڌل هئڻ ضروري آهي.

- **فرشتا الله تعاليٰ جون ڌيئر نہ آهن:**

فرشتن جي جنس (Sex) کي زنانو (Feminal) قرار ڏيڻ رڳو هڪ فرضي ڳالهہ آهي.

قرآن مڪي جي مشرڪن کان هڪ تکي اسلوب ۾ سوال ڪيو:

وَجَعَلُوا الْمَلٰٓئِكَةَ الَّذِيْنَ هُمْ عِبٰدُ الرَّحْمٰنِ اِنَاثًا ؕ اَشَهِدُوْا خَلْقَهُمْ ؕ (الزخرف: 19)

”۽ ملائڪن کي عورتون ٺهرايو اٿن، جيڪي رحمان جا ٻانها آهن. ڇا اهي انهن جي پيدا ڪرڻ وقت حاضر هئا؟“

- فرشتا الله جي فرمانبردار مخلوق آهن، اهي ڪڏهن بہ الله جي حڪم جي انحرافي نہ ڪندا آهن. (التحريم: 6)

## جِنّ بہ مخلوق آهن، الله جي ذات جو حصو نہ آهن

- ڪن مشرڪن جو عقيدو هو تہ الله تعاليٰ جا پٽ بہ آهن ۽ ڌيئر بہ، اهي الله جي هڪ مخلوق جنن کي الله جو شريڪ سمجهندا هئا. ان لاءِ انهن وٽ ڪو عقلي ۽ نقلي دليل نہ هو. اها هڪ ٻُڌل ڳالهہ هئي، جيڪا اهي ننڍپڻ کان ٻڌندا آيا هئا ۽ ناسمجهيءَ کان ان کي ورجائيندا رهندا هئا.

قرآن فرمائي ٿو:

وَجَعَلُوْا لِلّٰهِ شُرَكَآءَ الْجِنَّ وَخَلَقَهُمْ

”۽ انهن جنن کي خدا جو شريڪ ٺهرايو، جڏهن تہ انهن کي خدائي پيدا ڪيو آهي.

وَخَرَقُوْا لَهٗ بَنِيْنَ وَبَنٰتٍۭ بِغَيْرِ عِلْمٍ ؕ

۽ علم کان سواءِ ان لاءِ پٽ ۽ ڌيئر بنايون اٿن.

(علم کان سواءِ يعني دليل کان سواءِ، سلطان کان سواءِ)

سُبۡحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يَصِفُوۡنَ۝ (الانعام: 100)

هو پاڪ آهي ۽ اهي جيڪي ڳالهيون ان بابت ڪن ٿا، تن کان مٿاهون آهي.“

- ان آيت مان به معلوم ٿو ٿئي ته علم ۽ دليل کان سواءِ الله تعاليٰ جي باري ۾ قياس ڪرڻ سان انسان گمراهه ٿي سگهي ٿو ۽ انسان خدا جي بي عيب (سبحان) هستيءَ جي باري ۾ غلط ڳالهيون ۽ صفتون منسوب ڪري سگهي ٿو. ٻيءَ جاءِ تي قرآن فرمائي ٿو:

وَجَعَلُوۡا بَيۡنَهٗ وَبَيۡنَ الۡجِنَّةِ نَسَبًا ؕ (الصافات 158)

”۽ هنن الله ۽ جنن جي وچ ۾ مٽي مائٽي گهڙي رکي آهي.“

- جن به الله جي مخلوق آهن، جن کي باهه مان پيدا ڪيو ويو آهي. (الرحمٰن: 15)
- ابليس به هڪ جنّ آهي، جيڪو الله جو وڏو نافرمان آهي. (الڪهف: 50)
- ڪي جنّ ڪافر آهن، ڪي مسلمان، ڪي نيڪ آهن، ڪي فاسق ۽ فاجر ۽ ڪي ظالم. (الجن: 14)

## عيسائيت ۽ شرڪ في الذات

سورة المائده جي هيٺين ٽن (3) آيتن ۾، عيسائين جي مختلف فرقن جي تصور ۽ شرڪ في الذات جو انڪار ڪيو ويو آهي. عيسائين شروع ۾ حضرت عيسيٰؑ کان سواءِ حضرت مريمؑ کي به خدائي ۾ شريڪ بنايو.

### حضرت عيسيٰؑ ۽ سندس والده حضرت مريمؑ به الله جو حصو نه آهن

الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن، حضرت عيسيٰؑ کان پڇندو: ”ڇا تو ماڻهن کي چيو هو ته مون کي ۽ منهنجي والده کي به الله سان گڏ ٻن (2) پين خدائن طور مڃيو؟“ حضرت عيسيٰؑ جواب ڏيندو: ”اي الله!

تنهنجي ذات پاڪ آهي، مون کي اهو زيبائتو نہ هو جو آءٌ اهڙي ڳالهہ چوان ها، جيڪا حق جي خلاف هجي. جيڪڏهن مون چيو هجي ها تہ تو کي ضرور ان جو علم هجي ها.“

ءَاَنْتَ قُلْتَ لِلنَّاسِ اتَّخِذُوْنِيْ وَاُمِّيَ اِلٰهَيْنِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قَالَ سُبْحٰنَكَ (المائده: 116)

”اي عيسيٰ! ڇا تو ماڻهن کي چيو هو تہ الله کان سواءِ، مون کي ۽ منهنجي ماءُ (مريمؑ) کي بہ معبود بڻايو؟ چيائين تون پاڪ آهين.“

بعد جي زماني ۾ عيسائين ٽن خدائن جي ان باطل عقيدي ۾ تبديلي ڪئي. سندن خيال هو تہ مريم هڪ عورت آهي، اها خدائي جو حصو ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ سو انهن تثليث (Trinity) منجهان بيبي مريمؑ جو نالو ڪڍي مقدس روح (The Holy Ghost) جو اضافو ڪري ڇڏيو.

- **عيسائين مان ڪي ذات جي حلول جا قائل آهن:**

قرآن مجيد انهن عيسائين جي عقيدي کي بہ رد ڪيو آهي، جيڪي چون ٿا تہ نعوذ بالله، الله تعاليٰ اصل ۾ مريمؑ جو پٽ مسيح ئي آهي. قرآن انهيءَ عقيدي کي ڪفر قرار ڏئي ٿو.

لَقَدْ كَفَرَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْمَسِيْحُ ابْنُ مَرْيَمَ ؕ (المائده: 72)

”بيشڪ انهن ڪفر ڪيو، جن چيو تہ الله مسيح پٽ مريم جو آهي.“

ان آيت مان معلوم ٿيو تہ الله تعاليٰ حضرت مريم جي پٽ حضرت عيسيٰ ۾ حلول (Incarnate) نہ ڪيو. الله تعاليٰ نعوذ بالله ڪنهن انساني شڪل ۾ يا وري ڪنهن بہ مخلوق جي شڪل ۾ ظاهر نہ ٿيندو آهي. الله تعاليٰ ۽ حضرت مسيحؑ ابن مريم هڪ ٻئي جو ادل بدل نہ آهن. اها ڪن عيسائي فرقن جي شرڪ في الذات جي عقيدي جو رد آهي.

- **اڪثر عيسائي تثليث (Trinity) جا قائل آهن:**

قرآن مجيد انهن عيسائين جي عقيدي کي بہ رد ٿو ڪري، جيڪي چون ٿا تہ خدائي ۽ ڪائنات جي بادشاهي ٽن ذاتين جي گروپ تي ٻڌل آهي: پيءُ، پٽ ۽ مقدس روح.

(a) پيءُ (The Father)     (b) پُٽ (The Son)

پٽ جي باري ۾ عيسائين جو عقيدو آهي تہ اهو روح حضرت عيسىٰؑ جي ماس ۽ چمَ واري جسم ۾ ظاهر ٿيو. اهو عقيدو Incarnation چئجي ٿو.

(The embodiment of God the Son
in human flesh as Jesus Christ)

(c) مقدس روح (The Holy Spirit)

مقدس روح جي باري ۾ عيسائين جو عقيدو آهي تہ اهو خدائي تثليث جو اهو حصو آهي، جيڪو روحاني طور ڪم ڪري ٿو.

(God as Spiritually acting)

مطلب تہ انهن جو عقيدو آهي تہ خدائي جا ٽي حصا آهن ۽ الله تعاليٰ انهن جو هڪ حصو آهي، پر اهو بہ ٽيون حصو آهي. قرآن ان عقيدي کي بہ ڪفر چيو آهي:

لَقَدْ كَفَرَ الَّذِيْنَ قَالُوْٓا اِنَّ اللّٰهَ ثَالِثُ ثَلٰثَةٍ. (المائده: 73)

”يقينًا انهن ڪفر ڪيو، جن چيو تہ الله ٽن مان ٽيون آهي.“

# يهوديت ۾ شرڪ في الذات

- **اڄ بہ ڪي يهودي شرڪ في الذات ڪي مڃين ٿا:**

موجوده زماني ۾ اڪثر يهودين جو عقيدو اهو آهي تہ الله تعاليٰ هڪ آهي، ليڪن اسرائيل ۾ انهن جو هڪ فرقو اڄ بہ موجود آهي، جيڪو نعوذ بالله

حضرت عزير ؑ (Ezra) کي الله جو پٽ مڃي ٿو. جڏهن يهودين تي ٻين قومن ظلم ڪيا تہ انهن مان ڪي عراق ڏانهن هجرت ڪري ويا. بائبل مطابق حضرت عزير ؑ (458 ق.م) يهودين کي فلسطين وٺي آيو ۽ اتي تورات جو قانون نافذ ڪيو. پوءِ ڪن يهودين سندس خدمت جي ڪري مبالغي کان ڪم وٺي کيس الله جو پٽ قرار ڏنو. قرآن فرمائي ٿو:

وَقَالَتِ الْيَهُودُ عُزَيْرُ ابْنُ اللّٰهِ وَقَالَتِ النَّصٰرَى الْمَسِيحُ ابْنُ اللّٰهِ ۖ ذٰلِكَ قَوْلُهُمْ بِاَفْوَاهِهِمْ ۚ (التوبه: 30)

”يهودين چيو تہ عزير ؑ الله جو پٽ آهي ۽ نصارن چيو تہ مسيح ؑ الله جو پٽ آهي. حقيقت ۾ اهي (رڳو) سندن زبان مان نڪتل ڳالهيون آهن.“

## مخلوق الله تعاليٰ جو جُزو نہ آهي

سورة الزخرف جي آيت نمبر15 ۾ الله تعاليٰ مڪي جي ڪن مشرڪن جي عقيدن جي ترديد ڪندي انهن تي تنقيد ڪئي تہ انهن الله جي ڪن ٻانهن کي الله جو جزو (Part) قرار ڏنو. اهو عقيدو بہ انسان جي ناشڪري جو ڪليل دليل آهي. قرآن فرمائي ٿو:

وَجَعَلُوا لَهٗ مِنْ عِبَادِهٖ جُزْءًا ۭ

”۽ هنن الله جي ٻانهن مان ڪن کي سندس حصو ٺهرايو.

اِنَّ الْاِنْسَانَ لَكَفُوْرٌ مُّبِيْنٌ ○ (الزخرف:15)

بيشڪ انسان پڌرو بي شڪرو آهي.“

هن آيت مان هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

1- الله تعاليٰ جو ڪو جزو (حصو) نہ آهي. پٽ هجي يا ڌيءَ، انسان جي ذات جو حصو هوندو آهي. اولاد جو پيدا ٿيڻ انسان جي نطفي، رت ۽ ڪير مان ٿئي ٿو.

2- الله تعاليٰ جي ڪن ٻانهن کي الله تعاليٰ جو حصو (Part) قرار ڏيڻ حرام آهي. اهو هڪ غلط ۽ باطل عقيدو آهي.

3- نہ تہ الله تعاليٰ ڪنهن مخلوق جو حصو آهي، نہ ڪا مخلوق الله تعاليٰ جو حصو آهي.

ڪل (Total) ۽ جزو (Part) جو عقيدو هڪ فرضي، خيالي ۽ ڪوڙو عقيدو آهي.

4- هن آيت مان هي بہ معلوم ٿيو تہ حلول (Incarnation) جو عقيدو بہ باطل آهي. ڪي باطل فرقا ۽ باطل مذهب اهو عقدو رکن ٿا تہ الله تعاليٰ ڪن انسانن ۾ حلول ڪندو آهي ۽ مخلوق جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندو آهي. ان کي Pantheism چوندا آهن.

(Incarnation of Allah in his Creation)

يعني نعوذ بالله ڪُل (Total) جو ظهور جُزي (Part) ۾ ٿيندو آهي.

(a) يمن جي عبدالله ابن سبا (ابن السوداء)، جيڪو اصل ۾ هڪ يمني يهودي هو، حضرت عمرؓ (م 24 ھ) ۽ حضرت عثمانؓ (م 35ھ) جي زماني ۾ لڪل طور هي عقيدو پکيڙيو تہ الله تعاليٰ حضرت عليؓ جي ذات ۾ حلول ڪيو آهي.

(b) ايران جي شهر واسط جي هڪ شخص حسين بن منصور حلاج (جيڪو مجوسي نسل جو هو ۽ شاعر بہ هو، شروع ۾ سنڌ مسلمان بہ هو) پنهنجي آخري دور ۾ صوفين جي اثر هيٺ حلول جي دعويٰ ڪئي ۽ عباسي خليفي مقتدر جي زماني 309ھ ۾ قتل ڪيو ويو.

(c) فاطمي خلافت جو دعويدار الحاڪم بامر الله منصور بن عبدالعزيز (411ھ) خدائي جي دعويٰ ڪئي. چوڻ لڳو: ”خدا مون ۾ حلول ڪري ويو آهي.“ اسماعيلي آغا خاني شيعہ الحاڪم کي پنهنجو سورهون امام مڃين ٿا. چون ٿا تہ الحاڪم کي گمراهہ ڪرڻ وارو

هڪ ايراني شخص حمزه دُروز هو، جنهن ڏانهن لبنان جو دُروزي فرقو منسوب آهي.

(d) ڪي عيسائي به اهو عقيدو رکن ٿا ته الله تعاليٰ نعوذ بالله پنهنجي پُٽ حضرت عيسيٰؑ جي شڪل ۾ دنيا ۾ ظاهر ٿيو. ڪوبه پيغمبر الله جي ذات جو حصو ۽ جزو ٿي نٿو سگهي.

5- هن آيت مطابق اڪثر عيسائين جو تثليثي عقيدو به غلط ثابت ٿئي ٿو، جنهن موجب هو سمجهن ٿا ته ٽن خدائن جو هڪ مجموعو آهي، جنهن جو هڪ حصو حضرت عيسيٰؑ آهي ۽ ان جو ٽيون حصو نعوذ بالله، الله تعاليٰ آهي.

6- يهودين جو عقيدو ته عزيرؑ الله جو پٽ آهي، به غلط ثابت ٿئي ٿو.

7- هن آيت مان مڪي جي انهن مشرڪن جي عقيدي جو به رد ٿئي ٿو ته فرشتا الله تعاليٰ جون ڌيئر آهن. فرشتا به الله جي ذات جو حصو ۽ جُزو ٿي نٿا سگهن.

8- ساري ڪائنات الله تعاليٰ جي مخلوق آهي ۽ ساري ڪائنات به الله تعاليٰ جو حصو ۽ جزو ٿي نٿي سگهي. نه الله تعاليٰ ڪي ڪُل چئي سگهجي ٿو، نه دجله. ڪنهن به مخلوق کي نه جزو قرار ڏيئي سگهجي ٿو ۽ نه قطرو.

ان مان ثابت ٿئي ٿو ته مرزا غالب جا عقيدا به سراسر باطل هئا، جڏهن ان چيو:

قطرے میں دجلہ نہ دیکھے اور جزو میں کل
کھیل لڑکوں کا ہوا دیدۂ بینا نہ ہوا

(يعني قطري ۾ دجله نه ڏسي ۽ جزو ۾ ڪل،
اهو کيل ٻارن جو ٿيو، اکين وارو نه ٿيو)

۽ جڏهن ان چيو:

زمانو رڳو يڪتائي معشوق جو جلوه آهي، ان کان سواءِ ٻيو ڪجهه نہ آهي.

- اهي عقيدا حقيقت ۾ رواقي فلسفين (Stoics) جا عقيدا آهن. انهن جو عقيدو آهي تہ خدا ۾ پوري ڪائنات آهي ۽ ڪائنات جي هر شيءِ ۾ خدا آهي. خدا ۾ ملي وڃڻ جو عقيدو ميسٽر ايڪهارٽ (Meister Echart – م1327ع) پيش ڪيو.

  بعد ۾ اسپنوزا (م 1677ع) ۽ جوزف شيلنگ (Joseph Schelling – م1854ع) بہ اهي خيال پيش ڪيا.

- **مسلمانن جي ذميداري:**

ايڪويهين صديءَ جي هن ترقي يافتہ دور ۾ اسين ڏسون ٿا تہ ڇهہ ارب انسانن جي دنيا ۾ ٽن اربن کان وڌيڪ عيسائي اهڙا آهن، جيڪي تثليث جا قائل آهن ۽ شرڪ في الذات جي باطل عقيدي ۾ مبتلا آهن. هڪ ارب کان وڌيڪ انسان پٿرن، جانورن ۽ ٻي مخلوق جي عبادت ڪن ٿا.

انهن حالتن ۾ مسلم امت جي ذميداري وڌي وڃي ٿي. مسلمان توحيد جي عقيدي جا وارث آهن. اهو پيغمبرن جو مشن آهي. مسلمانن کي گهرجي تہ انسانن کي شرڪ کان بچائين ۽ توحيد کان واقف ڪن ۽ گهٽي کان گهٽ ماڻهن کي جنت ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ وسيلو بڻجن. ان لاءِ ضروري آهي تہ سڀ کان اڳ هو پاڻ قرآن ۽ سنت جي روشنيءَ ۾ توحيد جي عقيدي کي صحيح طور سمجهن، ان تي عمل ڪن ۽ پوءِ ان صحيح عقيدي کي عقلي ۽ نقلي دليلن سان ٻين ماڻهن تائين پهچائين.

# توحيدِ ذات جو تَتُ

1- الله تعاليٰ پنهنجي ذات ۾ اڪيلو آهي، سڀني کان جدا، سڀني کان نرالو. (سورة الاخلاص)

2- الله تعاليٰ مخلوق جهڙو نہ آهي. اهو خالق آهي. ﴿لَيۡسَ كَمِثۡلِهِۦ شَيۡءٞ﴾ (الشوريٰ:11)

3- الله تعاليٰ اول بہ آهي ۽ آخر بہ. الله تعاليٰ ظاهر بہ آهي ۽ باطن بہ. (الحديد:3)

4- نہ ان کي ڪنهن ڄڻيو آهي، نہ ان ڪنهن کي ڄڻيو آهي، ان جو ڪو حسب نسب نہ آهي. (سورة الاخلاص)

5- نہ الله تعاليٰ کي ڪا زال آهي، نہ پٽ، نہ ڌيءُ. (سورة الاخلاص)

6- نہ تہ عيسيٰؑ ان جو پٽ آهي، نہ عزيرؑ ان جو پٽ آهي. (التوبہ:30)

7- حضرت عيسيٰؑ جي والده مريمؑ بہ الله تعاليٰ سان خدائي ۾ شريڪ نہ آهي. (المائده116)

نہ عيسيٰؑ نعوذ بالله، پاڻ خدا آهي. (المائده:73)

8- فرشتا بہ الله تعاليٰ جي مخلوق آهن، پر انهن جو الله تعاليٰ سان ڪو نسبي تعلق نہ آهي. (الزخرف:19)

9- جنّ بہ الله تعاليٰ جي مخلوق آهن، پر انهن جو بہ الله تعاليٰ سان ڪو نسبي تعلق نہ آهي. (الصافات: 158)

10- الله تعاليٰ جي ذات جو ڪو حصو ڪونهي، ان جي ذات جا ٽڪرا ڪري نٿا سگهجن.

11- الله تعاليٰ ڪنهن ٻئي جي ذات جو بہ حصو نہ آهي. (الزخرف: 15)

## سوال

1. توحيد في الذات جي وصف لکو ۽ توحيدِ ذات جا عقلي دليل قرآن مجيد مان بيان ڪريو.
2. قرآن مجيد ۾ ذڪر ڪيل "شرڪ في الذات" ۾ مبتلا گروهن تي مختصر نوٽ لکو.
3. توحيدِ ذات جو تَتُ، قرآن ۽ سنت جي روشنيءَ ۾ بيان ڪريو.

## ارشاد باري تعاليٰ آهي:

مَا يَكُوْنُ مِنْ نَّجْوٰى ثَلٰثَةٍ اِلَّا هُوَ رَابِعُهُمْ وَلَا خَمْسَةٍ اِلَّا هُوَ سَادِسُهُمْ وَلَآ اَدْنٰى مِنْ ذٰلِكَ وَلَآ اَكْثَرَ اِلَّا هُوَ مَعَهُمْ اَيْنَ مَا كَانُوْاۚ ثُمَّ يُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا يَوْمَ الْقِيٰمَةِۭ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ○

”ائين ڪڏهن نہ ٿيندو آهي تہ ٽن ڄڻن ۾ ڪا سرگوشي هجي ۽ انهن ۾ چوٿون الله نہ هجي. يا پنجن ڄڻن ۾ ڪا سرگوشي هجي ۽ انهن ۾ ڇهون الله نہ هجي. لڪائي ڳالھ ڪرڻ وارا ان ڪان گهٽ هجن يا وڌيڪ، جتي بہ هجن الله انهن سان گڏ هوندو آهي. پوءِ هو قيامت جي ڏينهن انهن کي ٻڌائيندو تہ انهن ڇا ڪيو آهي؟ بيشڪ الله هر شيءِ جو علم رکي ٿو. (المجادله:٧)

# توحيدِ صفات

هندستان ۽ پاڪستان جي معاشري ۾ شرڪ في الذات عام طور ڏٺو نٿو وڃي، البتہ شرڪ في الصفات عام آهي. اسان کي ان تي ڏيان ڏيڻ گهرجي. مڪي جا مشرڪ الله کي مڃيندا هئا، پر ان جي صفتن ۾ شرڪ ڪندا هئا. اهڙن ماڻهن جي باري ۾ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو:

وَمَا يُؤْمِنُ أَكْثَرُهُمْ بِاللّٰهِ إِلَّا وَهُمْ مُّشْرِكُوْنَ ۝ (يوسف: 106)

"۽ انهن مان ڪيترا الله تي ايمان نٿا آڻين، پر ان سان گڏ ٻين کي بہ شريڪ ٿا ٻڌائن."

## الله جي صفتن ۽ مخلوق جي صفتن جو فرق

ان کان اڳ جو اسين الله تعاليٰ جي مختلف صفتن جو ذڪر ڪيون، الله جي صفتن ۽ مخلوق جي صفتن جي فرق جي وضاحت ضروري سمجهون ٿا. الله تعاليٰ جون صفتون ڪامل هونديون آهن، جڏهن تہ مخلوق جون صفتون ناقص هونديون
آهن. مثال طور قرآن ۾ ارشاد آهي:

إِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ۝ (بني اسرائيل: 1)

"يقيناً اهو ئي ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي."

پر قرآن ۾ ارشاد ٿيو:

فَجَعَلْنَاهُ سَمِيْعًا بَصِيْرًا ۝ (الدهر: 2)

"پوءِ ڪيس ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ بنايوسون."

انهن پن آيتن تي غور ڪريو. هتي اها مشڪل پيدا ٿي سگهي ٿي ته
الله به سميع و بصير آهي ۽ انسان به سميع ۽ بصير آهي، ته پوءِ توحيدِ
صفات جو مطلب ڇا آهي؟

اهو، اُهو نازڪ مقام آهي، جتي گهڻا ماڻهو گمراهيءَ جو شڪار ٿين ٿا
۽ اهو سمجهن ٿا ته مخلوق مان ڪي هستيون اهڙيون ٿي سگهن ٿيون،
جيڪي خدائي صفتون رکن ٿيون. اصل ۾ الله جي سماعت ۽ بصارت
لامحدود آهي.

الله هر وقت، هر جهه، هر شيءِ، هر مخلوق کي ڏسي ٿو ۽ ٻڌي ٿو. الله
تعاليٰ پنهنجي علم سان (Omnipresent) به آهي ۽ پنهنجي اختيار
سان (Omnipotent) به آهي، جڏهن ته انسان ۽ ٻي مخلوق جي ٻڌڻ ۽
ڏسڻ جي طاقت تمام محدود آهي. اسين اڳتي ڏسي سگهون ٿا، پوئتي
ڏسي نٿا سگهون. اسان ننڊ جي حالت ۾ نه ڏسي سگهون ٿا نه ٻڌي
سگهون ٿا. هڪ وقت ۾ اسان گهٽيون شيون ڏسي نٿا سگهون ۽ هڪ
ئي وقت ۾ گهڻين شين کي ٻڌي نٿا سگهون.

الله تعاليٰ جي ذات کي بِنا ڪنهن خامي ۽ ڪمزوري جي ڪامل صفتن
سان سمجهڻ کي توحيدِ صفات چئجي ٿو. اهڙيون صفتون ڪنهن ٻيءَ
هستيءَ سان منسوب ڪري نٿيون سگهجن. جيڪڏهن ڪو شخص
ائين ڪندو ته اهو شرڪ في الصفات جو ڏوهي ٿيندو.

الله جي صفتن کي، سؤ سيڪڙو مخلوق جي صفتن سان مشابهت ڏيڻ ۽
هُو بهُو مخلوق وانگر سمجهڻ حرام آهي.

صفت حيات يعني زندگيءَ کي ڏسو. قرآن فرمائي ٿو:

- **الله زنده جاويد هستي آهي:**

هُوَ الْحَیُّ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ (المؤمن: 65)

”هو سدائين جيئرو آهي، ان کان سواءِ ٻيو ڪو به معبود ڪونهي.“

مخلوق جي زندگي عارضي ۽ ناپائيدار آهي، جڏهن ته الله تعاليٰ هميشه کان زنده آهي ۽ هميشه زنده رهندو. مخلوق جي بقا جو دارومدار الله جي مرضيءَ تي ٻڌل آهي، جڏهن ته الله تعاليٰ جو وجود ڪنهن ٻيءَ هستيءَ جو محتاج نه آهي.

ان ڳالهه جي وڌيڪ وضاحت سورة القصص جي آيت 88 ۾ آهي، جنهن ۾ فرمايو ويو:

”هن جي ذات کان سواءِ ٻي هر ڪا شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي.“

اِهو آهي مخلوق ۽ خالق جي صفتن جو فرق.

## • الله تعاليٰ جا نوانوي (99) حسين ۽ جميل نالا آهن:

رسول الله ﷺ فرمايو:

لِلّٰهِ عَزَّوَجَلَّ تِسْعَةٌ وَتِسْعُوْنَ اِسْمًا ، مِائَةٌ اِلَّا وَاحِدًا ، لَا يَحْفَظُهَا اَحَدٌ اِلَّا دَخَلَ الْجَنَّةَ ، وَهُوَ وَتْرٌ يُحِبُّ الْوَتْرَ .

(صحيح بخاري، ڪتاب الدعوات، حديث 6410، عن ابي هريرة رضي الله عنه)

”الله تعاليٰ جا نوانوي (99) نالا آهن، هڪ گهٽ سؤ، جنهن انهن نالن کي ياد ڪيو، اهو جنت ۾ داخل ٿيندو. الله تعاليٰ وتر آهي، وتر سان محبت ڪري ٿو.“

# باب پنجون

# توحیدِ تنزیه

# (Dissociation of Allah from Imperfection and anthropomorphism)

# تنزيهي صفتون
# حمد ۽ تسبيح جو فرق

حمد ۾ هاڪاري (ايجابي) تعريف (Affirmative) هوندي آهي ۽ تسبيح ۾ ناڪاري (سلبي) تعريف (Negative) بيان ڪئي ويندي آهي. الله تعاليٰ قرآن ۽ سنت ۾ "حمد" سان گڏ "تسبيح" ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي:

﴿فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ﴾

- **حمد:**

"حمد" اصل ۾ الله تعاليٰ جي ذات کي سڀني سهڻين صفتن سان متصف ڪرڻ جو نالو آهي. الله تعاليٰ ڪامل علم رکي ٿو. ڪامل قدرت رکي ٿو، هر وقت هر ڪنهن کي ڏسي رهيو آهي ۽ ان کي ٻڌي رهيو آهي. هر شيءِ ڪرڻ تي قادر آهي، ليڪن رڳو حمد ڪرڻ سان الله تعاليٰ جي تعريف مڪمل نٿي ٿئي، جيستائين ان جي تسبيح نه ڪئي وڃي.

- **تسبيح:**

حمد جي مقابلي ۾ تسبيح اصل ۾ الله تعاليٰ جي ذات سان غلط منسوب ڪيل سمورين منفي صفتن کان پاڪ هئڻ جو اظهار آهي. الله تعاليٰ نه ته ننڊ ٿو ڪري، نه پنڪي تي اچيس، نه ڪا ڳالهه وساري ٿو، نه ڪنهن تي ظلم ٿو ڪري، نه ان کان ڪڏهن ڪا غلطي ٿئي ٿي، نه ان جي ڪا اولاد آهي، نه ان جو ڪو پيءُ ماءُ آهي، نه ان کي ڪا زال آهي، نه اهو مجبور آهي، نه بيوس، نه ڪيس ڪنهن جي اڳيان جواب ڏيڻو آهي، نه ڪنهن جي سفارش کي مڃڻ لاءِ لازمي طور پابند، نه هو اسباب جو محتاج آهي، نه وقت جو، نه ڪيس ٿڪاوٽ ٿئي ٿي. زمين ۽ آسمان جي

نظام کي هلائڻ هن لاءِ هرگز مشکل نہ آهي. هن جي ذات زوال، شڪست، نقص، خامي، ٿڪ، عاجزي، مجبوري، بک، اڃ، گهرج ۽ ان طرح جي سمورن عيبن ۽ ڪوتاهين کان پاڪ آهي. نہ هو ڪنهن مخلوق جهڙو آهي، نہ ان کي ڪنهن مخلوق سان ڀيٽي سگهجي ٿو. گمراھ ماڻهن هميشہ اهو خيال ڪيو تہ الله جي ذات ۾ ڪا نہ ڪا خامي موجود هوندي. يا انهن الله جي ذات کي انساني صفتن سان گڏيل سمجهيو. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ انهن جي ترديد ڪندي ﴿سُبۡحَانَ اللّٰهِ عَمَّا يُشۡرِكُوۡنَ﴾ ۽ ﴿سُبۡحَانَ اللّٰهِ عَمَّا يَصِفُوۡنَ﴾ جا لفظ استعمال فرمايا.

- حمد ۽ تسبيح جي فرق سمجهڻ لاءِ هيٺيون نقشو ڏسو:

| حمد | تسبيح |
|---|---|
| الله بصير آهي، يعني ڏسي ٿو | الله انڌو نہ آهي |
| الله سميع آهي، يعني ٻڌي ٿو | الله ٻوڙو نہ آهي |
| هو کارائي ٿو<br>هُوَيُطۡعِمُ (الانعام:14) | ان کي کارايو نٿو وڃي<br>وَلَا يُطۡعَمُ (الانعام:14) |
| هو پناھ ڏئي ٿو<br>وَهُوَيُجِيۡرُ (المؤمنون: 88) | ان جي مقابلي ۾ ڪو پناھ نہ ٿو ڏيئي سگهي. وَلَا يُجَارُ عَلَيۡهِ (المؤمنون:88) |
| الله تعاليٰ پنهنجا فيصلا نافذ ڪري ٿو. وَاللّٰهُ يَفۡعَلُ مَا يَشَآءُ (ابراهيم:27) | الله پنهنجي فيصلن لاءِ ڪنهن جي آڏو جوابدار نہ آهي.<br>لَا يُسۡئَلُ عَمَّا يَفۡعَلُ (الانبياء:23) |

- معلوم ٿو ٿئي تہ قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جون تنزيهي صفتون نفي حرفن يعني لَا، مَا، لَمۡ، لَنۡ وغيره سان شروع ٿين ٿيون، جهڙوڪ:

﴿لَا يَئُوۡدُهٗ﴾، ﴿وَمَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ﴾، ﴿لَمۡ يَلِدۡ﴾ ۽ ﴿لَنۡ يَّغۡفِرَ اللّٰهُ لَهُمۡ﴾.

- تسبيح ۽ سبحان الله جو مطلب مخلوق جو هي اعتراف آهي تہ خاميون ۽ ڪمزوريون اسان ۾ لڌيون وڃن ٿيون، الله سبحانهٗ وتعاليٰ انهن سڀني عيبن کان پاڪ آهي.

تنزيهي صفتن جي باري ۾ ڪجھ آيتون ڏسندا:

- الله کي موت نہ ايندو:

كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ ۭ لَهُ الْحُكْمُ (القصص:88)

”ان ذات کان سواءِ هر شيءِ هلاڪ ٿيندڙ آهي. سندس ئي حڪم آهي.“

هن آيت مان معلوم ٿيو تہ مرڻ وارين هستين جي بادشاهي ۽ حڪمراني ناقص هوندي آهي.

كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ ۝ ڮ وَّيَبْقٰى وَجْهُ رَبِّكَ ذُو الْجَلٰلِ وَالْاِكْرَامِ ۝ ڱ

(الرحمٰن: 27-26)

”هن ڌرتيءَ تي جيڪا بہ شيءِ آهي، انا فنا ٿيڻي آهي ۽ تنهنجي رب عزت ۽ ذوالجلال واري کي ئي هميشہ باقي رهڻو آهي.“

- الله کي نہ ڪڏهن ننڊ ٿي اچي، نہ ڪڏهن غفلت طاري ٿئي ٿي:

لَا تَاْخُذُهٗ سِنَةٌ وَّلَا نَوْمٌ (البقره: 255)

”نہ اهو ننڊ ڪري ٿو، نہ پنڪي ٿي اچيس.“

انهن صفتن مان لازمًا اهو نتيجو ٿو نڪري تہ ننڊ يا گهل جي سبب جيڪو جڪل يا لاعلمي مخلوق تي وارد ٿيندي آهي، انهن کان الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات پاڪ آهي.

- الله تعاليٰ کي ٿڪاوٽ نٿي ٿئي:

وَلَا يَـــُٔـوْدُهٗ حِفْظُهُمَا (البقره: 255)

”۽ زمين ۽ آسمان جي نگهباني کيس نٿي ٿڪائي.“

وَلَقَدْ خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ وَمَا مَسَّنَا مِنْ لُّغُوْبٍ ○ (ق:38)

”۽ اسان آسمان ۽ زمين کي ۽ انهن جي وچ ۾ موجود شين کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو ۽ اسان کي ڪا ٿڪاوٽ نہ ٿي.“

- **الله ڪڏهن وساري نٿو:**

وَمَا كَانَ رَبُّكَ نَسِيًّا ○ (مريم: 64)

”۽ تنهنجو رب وسارڻ وارو نہ آهي.“

ڀُل چُڪ جي نتيجي ۾ غلطيون ٿي سگهن ٿيون.

مخلوق ڪان ڀُل چُڪ ٿي سگهي ٿي، پر الله تعاليٰ ڪان ڀُل چُڪ، ويسر نٿي ٿي سگهي.

- **الله تعاليٰ عادل آهي، ان ڪان ظلم هرگز نٿو ٿئي:**

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَظْلِمُ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ. (النساء: 40)

”يقيناً الله تعاليٰ ذري جيترو بہ ظلم نٿو ڪري.“

الله تعاليٰ ۾ ڪا ڪمي، خامي، نقص ۽ ڪمزوري نہ آهي. هو بي عيب آهي، قُدوس آهي ۽ سُبوح آهي، هو عادل آهي، اِن ۾ تِرَ جيترو بہ ظلم نٿو ڏٺو وڃي.

- **الله تعاليٰ جي هر مخلوق ان جي هر عيب ڪان پاڪائي جو اعتراف ڪري رهي آهي:**

ڪائنات جو هر ذرو، ان جي سموري مخلوق نہ رڳو الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا ۽ ان جي تعريف بيان ڪري رهي آهي، پر حمد سان گڏ هي اعتراف بہ ڪري رهي آهي تہ الله جي ذات هر قسم جي نقص ۽ عيب ڪان پاڪ آهي. قرآن فرمائي ٿو:

وَاِنْ مِّنْ شَیْءٍ اِلَّا یُسَبِّحُ بِحَمْدِهٖ. (بني اسرائيل:44)

”۽ ڪا شيءِ اهڙي نہ آهي، جيڪا ان جي حمد سان گڏ ان جي تسبيح نہ ڪندي هجي.“

(يعني ڪائنات ۾ ڪا اهڙي شيءِ نہ آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي پاڪائي نہ بيان ڪري رهي هجي، ۽ سندس حمد نہ ڪندي هجي)

يُسَبِّحُ لِلّٰهِ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَمَا فِی الْاَرْضِ. (الجمعة:1)

”الله تعاليٰ جي تسبيح ڪري ٿي هر اها شيءِ، جيڪا آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪا زمين ۾ آهي.“

## تَتُ

1. الله تعاليٰ جو رڳو حمد ڪافي نہ آهي، ان جي تسبيح يعني عيبن کان پاڪ هئڻ جو اعتراف بہ ضروري آهي.
2. الله تعاليٰ جي ذات، عيب، خامي، نقص، زوال، ننڊ، پِنڪيءَ، ڪاڏي، ٿڪاوٽ، ويساري، غفلت، ظلم، بيماري، عاجزي، مجبوري، بُک ۽ اُڃ وغيره مطلب تہ هر ڪوتاهيءَ، ڪمزوريءَ ۽ ناانصافيءَ کان بلڪل پاڪ آهي.

## سوال

1. حمد ۽ تسبيح ۾ فرق جي وضاحت ڪيو ۽ پوءِ قرآني مثالن سان ان فرق کي وڌيڪ واضح ڪيو.
2. الله تعاليٰ جي تنزيهي صفتن تي مشتمل پنج (5) آيتون حفظ ڪيو ۽ ان جو ترجمو لکو.
3. قرآن ۾ حمد سان گڏو گڏ تسبيح ڪرڻ جو حڪم ڇو ڏنو ويو آهي؟
4. فرض نمازن کان پوءِ 33 ڀيرا سبحان الله چوڻ ۽ نماز ۾، رڪوع ۽ سجدن ۾ سبحان ربي الاعليٰ، سبحان ربي العظيم، ۽ سبوح قدوس رب الملائڪة والروح چوڻ وقت اسان جي دل ۽ دماغ جي ڪيفيت ڪهڙي هئڻ گهرجي؟

# قرآن ۾ الله جي صفتن جو استعمال

## الله جي صفتن بابت چند اصول

الاسماء الحسنيٰ ۾ الاهي صفتن جي باري ۾ 14 اصول سمجهڻ گهرجن:

1. الله جي معرفت سندس صفتن جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿي، ڇو ته هن دنيا ۾ نه ته اسين الله کي ڏسي سگهون ٿا، نه حضرت موسيٰؑ وانگر الله سان ڳالهائي سگهون ٿا.
2. الله تعاليٰ جا سمورا اسماء الحسنيٰ، يعني سهڻا نالا اصل ۾ سندس سهڻين صفتن تي ٻڌل آهن.
3. الله جي صفتن جي مڪمل معرفت سان ئي "توحيد اسماء وصفات" مڪمل ٿئي ٿي ۽ شرڪ کان پوري طرح نجات حاصل ٿي سگهي ٿي.
4. الله تعاليٰ جون حسين ۽ جميل صفتون ۽ انهن تي مبني الاسماء الحسنيٰ اجتهادي نه آهن، پر اهي يا ته قرآن مجيد ۾ آيل آهن، يا صحيح حديثن ۾. قرآن ۽ حديث ۾ آيل نالن کان سواءِ ٻين اسماء سان الله کي ياد ڪرڻ ۽ پڪارڻ جائز نه آهي. الله تعاليٰ جون صفتون، الله تعاليٰ پاڻ ئي بيان ڪري سگهي ٿو، يا ان جا نبي يا رسول. ڪنهن غير نبي ۽ غير رسول کي اهو حق حاصل نه آهي ته هو الله تعاليٰ جي لاءِ پنهنجي ذهن سان ٺاهيل صفتن جي روشنيءَ ۾ ان کي جوڙيل صفاتي نالن سان پڪاري.
5. قرآن ۽ سنت کان ٻاهر اسماء کي اختيار ڪرڻ وارن سان تعلق نه رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. سورة الاعراف ۾ آهي:

وَلِلّٰهِ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى فَادْعُوْهُ بِهَا وَذَرُوا الَّذِيْنَ يُلْحِدُوْنَ فِيْٓ اَسْمَآئِهٖ ؕ

(الاعراف: 180)

”۽ الله لاءِ تہ صرف سٺيون صفتون آهن. ان ڪري ڪيس انهن سهڻن نالن سان پڪاريو ۽ انهن کي ڇڏي ڏيو. جيڪي ان جي سهڻن نالن ۾ ڪَجِي اختيار ڪن ٿا.“

6. هر نالي جو هڪ مُسمّٰي هوندو آهي، پر ڪجھ نالا فرضي هوندا آهن. انهن جي مسمّٰي جو وجود نہ هوندو آهي، جيئن پارس ۽ هُمَا پکي.

پارس جي باري ۾ مشهور آهي تہ اهو هڪ اهڙو پٿر آهي، جنهن جي ڇُهڻ سان هر شيءِ سون ٿي پوندي آهي. ساڳئي طرح هُما جي باري ۾ مشهور آهي تہ اهو هڪ اهڙو پکي آهي، جنهن جي مٿي تي ويهڻ سان بادشاهي ۽ دولتمندي ملندي آهي. پر اهي سڀ افسانا آهن. حقيقت جي دنيا ۾ انهن جو ڪو وجود ڪونهي. اهڙيءَ طرح اهي فرضي خدا آهن ۽ انهن جا فرضي نالا آهن، جن جو ڪو وجود ڪونهي، اهڙن فرضي خدائن جيئن لات، منات ۽ عزيٰ ديوين بابت الله تعاليٰ سورة النجم ۾ فرمائي ٿو:

اَفَرَءَيْتُمُ اللّٰتَ وَالْعُزّٰى ○ وَمَنٰوةَ الثَّالِثَةَ الْاُخْرٰى ○

”ڀاڻي ٻڌايو تہ اوهان ڪڏهن ان لات، ۽ عزيٰ ۽ ٽين ديوي منات جي حقيقت تي بہ غور ڪيو آهي؟

اَلَكُمُ الذَّكَرُ وَلَهُ الْاُنْثٰى ○ تِلْكَ اِذًا قِسْمَةٌ ضِيْزٰى ○

ڇا اوهان لاءِ تہ پٽ آهن ۽ ڌيئر الله لاءِ؟ پوءِ اها ورهاست تہ ڏاڍي ڏانڌلي واري ٿي.

اِنْ هِيَ اِلَّآ اَسْمَآءٌ سَمَّيْتُمُوْهَآ اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمْ مَّآ اَنْزَلَ اللّٰهُ بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ؕ (النجم: 19 ڪان 22)

اهي رڳو ڪجھ نالا آهن (ٻيو ڪجھ نہ آهن) جيڪي اوهان ۽ اوهان جي

پيءُ ڏاڏن رکيا آهن. الله انهن لاءِ ڪا سَنَد نازل نہ ڪئي آهي.“

اِنۡ يَّتَّبِعُوۡنَ اِلَّا الظَّنَّ وَمَا تَهۡوَى الۡاَنۡفُسُ ۝ (النجم: 23)

”حقيقت ۾ اهي رڳو (الله جي نالن ۽ صفتن جي باري ۾) وهم ۽ گمان جي پيروي ٿا ڪن ۽ نفساني خواهشن جا مريد بڻيل آهن.“

## 7. الاسماء الحسنيٰ جا ٽي قسم:

الاسماء الحسنيٰ جا ٽي (3) قسم آهن:

(a) الله جا اهي صفاتي نالا، جيڪي قرآن ۾ آيا آهن، جيئن الرحمٰن، الرحيم، الملڪ، القدوس، السلام، المؤمن وغيره.

(b) الله تعاليٰ جا اهي مختلف صفاتي نالا، جيڪي اسم طور تہ قرآن ۾ استعمال نہ ٿيا آهن، پر قرآني آيت جي مفهوم مان معلوم ڪري سگهجن ٿا، جيئن الله لاءِ الرافع جو نالو قرآن ۾ اسم طور تہ استعمال نہ ٿيو آهي، پر فعل طور رَفَعَ استعمال ٿيو آهي. جيئو ويو:

وَالسَّمَآءَ رَفَعَهَا وَوَضَعَ الۡمِيۡزَانَ ۝ (الرحمٰن: 7)

”ان آسمان کي بلند ڪيو (رفعت عطا ڪئي) ۽ توازن قائم ڪيو.“

(c) الله جا اهي صفاتي نالا، جيڪي قرآن ۾ نہ پر صحيح حديثن ۾ آيا آهن. جيئن الجميل، صحيح مسلم ۾ آيو آهي:

اِنَّ اللهَ جَمِيۡلٌ يُحِبُّ الۡجَمَالَ (صحيح مسلم، ڪتاب الايمان، حديث 265)

”يقيناً الله جميل آهي ۽ حسن ۽ جمال کي پسند فرمائي ٿو.“

## 8. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جون صفتون هِتان هُتان نموني (Randomly) نہ آيون آهن، پر موقعي ۽ جاءِ جي مناسبت سان استعمال ٿيون آهن.

مثال طور سورة الملڪ جي ٻي آيت ۾ عزيز ۽ غفور بہ صفتون آهن:

﴿الَّذِیْ خَلَقَ الْمَوْتَ وَالْحَیٰوةَ لِیَبْلُوَكُمْ اَیُّكُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا ؕ وَهُوَ الْعَزِیْزُ الْغَفُوْرُ ○﴾ (الملڪ:2)

”اهو ئي آهي جنهن موت ۽ زندگي خلقيا، تہ جيئن اوهان کي آزمائي تہ ڪير اوهان مان بهتر عمل ٿو ڪري، هو ﴿الْعَزِیْزُ﴾ يعني زبردست بہ آهي تہ ﴿الْغَفُوْرُ﴾ يعني در گذر ڪرڻ وارو بہ آهي.“

هن آيت ۾ زندگي ۽ موت جي خلقڻ جو مقصد آزمائش ﴿لِیَبْلُوَكُمْ﴾ بيان ڪيو ويو آهي. هيءَ دنيا هڪ دارالامتحان آهي. ان امتحان ۽ آزمائش ۾ جيڪو ڪامياب ٿيندو، ان لاءِ موت ڪان پوءِ الله تعاليٰ ﴿الْغَفُوْرُ﴾ ٿيندو ۽ ان جون ننڍيون غلطيون معاف ڪندو ۽ جنت ۾ داخل ڪندو. ان جي ابتڙ جيڪو ان امتحان ۾ ناڪام ٿيندو، الله تعاليٰ ان لاءِ ﴿الْعَزِیْزُ﴾ ٿيندو ۽ هو ان کي دوزخ ۾ داخل ڪرڻ جي پوري قوت ۽ طاقت رکي ٿو. قرآن جي طالب علم لاءِ ضروري آهي تہ هو ان قسم جي هر جاءِ تي غور ۽ فڪر ڪان ڪم وٺي ۽ الله جي صفاتي نالن جي استعمال جي حڪمتن تي غور ڪري.

9. قرآن کي سمجهڻ جو دارومدار ڀين ڳالهين سان گڏ هر جاءِ تي خدا جي خاص صفتن جي استعمال جي فهم تي مدار رکي ٿو.

10. ڪن خاص سورتن ۾ خاص صفتن جو استعمال نهايت اهم معنيٰ رکي ٿو. ان مان سورت جي مرڪزي مضمون ۽ سندس نظم کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي، جيئن:

(a) سورة الرحمٰن ۾ ذوالجلال والاڪرام جي صفت جو بہ دفعا استعمال ٿيو آهي.

(b) سورة الشعراء ۾ العزيز ۽ الرحيم جون صفتون ڪيترا دفعا استعمال ٿيون آهن. هن سورت جو مرڪزي مضمون عزيزيت ۽ رحيميت کي ميڙڻ جو مطالبو آهي. ان ڪري اهي صفتون آيت نمبر 9، 68، 104، 122، 140، 175، 191، 217 ۾ استعمال ٿيون آهن. تاريخ جي روشني ۾ ثابت ڪيو ويو آهي تہ ڪن قومن جي حق ۾ الله تعاليٰ جي عزيزيت ظاهر ٿي ۽ انهن کي تباه

ڪيو ويو ۽ نيڪ ماڻهن لاءِ الله تعاليٰ جي رحيميت ثابت ٿي.

(c) سورة النمل ۾ اِلٰه جو لفظ آيت 26 ۾ ۽ ءَاِلَٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ جو جملو آيت نمبر 60، 61، 62، 63، 64 ۾ ڪيترا دفعا استعمال ٿيو آهي. سورة النمل جو مرڪزي مضمون الوهيت جو مطالبو آهي. ان الوهيت ۾ عبوديت ۽ حاڪميت ٻئي شامل آهن.

## 11. قرآن مجيد جي خاص جاين تي خاص صفتن جي استعمال جا مختلف مقصد هوندا آهن.

قرآن مجيد جي خاص جاين تي خاص صفتن جي استعمال جا مختلف مقصد هوندا آهن. جيئن رغبت ڏيارڻ، ڊيڄارڻ، ڌمڪي، تنبيھ وغيره. سورة البقرة جي آيت 261 کان خدا جي راھ ۾ خرچ ڪرڻ جو مضمون شروع ٿئي ٿو. آيت 261 جي آخر ۾ "وَاسِعٌ عَلِيْمٌ" جي صفت استعمال ٿي آهي. آيت 263 جي آخر ۾ "غَنِيٌّ حَلِيْمٌ" جون صفتون آيون آهن. آيت 267 جي آخر ۾ "غَنِيٌّ حَمِيْدٌ" جون صفتون آيون آهن. آيت 271 جي آخر ۾ "خَبِيْرٌ" جي صفت استعمال ڪئي ويئي آهي. آيت 273 جي آخر ۾ "وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ خَيْرٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيْمٌ" اهي لفظ خدا جي راھ ۾ خرچ جي ترغيب ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيا ويا آهن.

## 12. بعضي هڪ صفت ٻن مختلف مقصدن لاءِ استعمال ڪئي ويندي آهي.

ڪڏهن هڪ ئي صفت ۽ هڪ ئي صفت تي مبني جملو ٻن مختلف مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. قرآن جي قاريءَ کي ان تي نظر رکڻ ضروري آهي. جيئن سورة آل عمران ۾ "وَاللّٰهُ بَصِيْرٌ بِالْعِبَادِ" ٻه دفعا استعمال ڪيو ويو آهي. آيت نمبر 15 ۾ ۽ آيت نمبر20 ۾. آيت 15 ۾

بصير جي صفت متقي ماڻهن لاءِ استعمال ڪئي وئي آهي، جيڪي جنت جا حقدار هوندا، جن کي پاڪيزه زالون ڏنيون وينديون، جيڪي الله جي رضامندي سان نوازيا ويندا. هتي "وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِالْعِبَادِ" جو مطلب هي آهي تہ اي متقي ۽ پرهيزگار مسلمانؤ! اوهان کي فڪر ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. توهان جي ايمان ۽ عملن تي، سمورين اسلامي سرگرمين تي الله جي نظر آهي. هو هر عمل جي بهترين جزا ڏيندو.
هتي بصير جي صفت ترغيب لاءِ استعمال ڪئي وئي آهي.
ان جي برخلاف آيت 20 ۾ اهو ئي جملو "وَاللّٰهُ بَصِيْرٌۢ بِالْعِبَادِ" اهل ڪتاب ۽ اُميين لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. انهن کي خبردار ڪيو ويو آهي. ڪين ڇيو ويو آهي تہ اسلام قبول ڪيو، نہ تہ نبي اڪرم ﷺ تي تہ رڳو پيغام پهچائڻ جي ذميواري آهي. هتي ڪافرن کي خبردار ڪيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ بصير آهي، انهن جي بُرن عملن ۽ خراب سرگرمين تي پوري نظر رکي ٿو. هتي بصير جي صفت تنبيهہ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي.

## 13. مڪي سورتن ۾ الاسماء الحسنيٰ جو استعمال:

مڪي سورتن ۾ الاسماء الحسنيٰ مشرڪين مڪہ کي تنبيهہ طور ۽ نئين مسلمانن جي تسلي ۽ تسڪين لاءِ استعمال ٿيا آهن.

## 14. مدني سورتن ۾ الاسماء الحسنيٰ جو استعمال:

مدني سورتن ۾ الاسماء الحسنيٰ منافقن، يهودين، نصاريٰ وغيره لاءِ ؟؟ ۽ مسلمانن لاءِ تسڪين ۽ تسلي لاءِ استعمال ٿيا آهن.
بعض وقت منافقن کي صفات الاهيءَ ذريعي نفاق کان بچڻ جي هدايت ڪئي ويندي آهي، جيئن سورة الحشر جي آخر ۾ الله تعاليٰ جي

كيترين صفتن جو ذڪر آيو آهي. منافق الله تعاليٰ جي صفتن جو پورو ادراڪ نہ رکندا آهن. اهي ڪافرن سان ساز باز ڪري سمجهندا آهن تہ انهن جي سازشن کان نعوذ بالله، الله تعاليٰ بي خبر آهي. ان جو علاج اهو آهي تہ منافقن کي الله تعاليٰ جي صفتن کان واقف ڪيو وڃي، پوءِ انهن کي انهن صفتن تي ڪامل يقين اچڻ سان سندن منافقت ختم ٿي سگهي ٿي. ان ڪري سورة الحشر جي آخر ۾ ڪيترين صفتن جو ذڪر آيو آهي.

# سوال

1- الاسماء الحسنيٰ ۽ الصفات الحسنيٰ ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
2- قرآن مجيد ۾ الله جا سهڻا نالا ڪيئن آيا آهن؟
3- قرآن مجيد ۾ الاسماء الحسنيٰ جي استعمال جا مختلف مقصد، مثالن ذريعي سمجهايو.
4- سورة الممتحنه ۽ سورة الاحزاب جي هڪ هڪ آيت چونڊيو ۽ آيت ۾ موجود الله جي آيتن سان، آيت جو مضمون ڳنڍيو.

# قرآن ۾ الاسماءُ الحسنيٰ

هيٺ اسماء الحسنيٰ جي انگن تي غور ڪيو ته ڪيتري قدر گهٽائيءَ ۾ اهي الفاظ قرآن مجيد ۾ استعمال ٿيا آهن:

| الاسماءُ الحسنيٰ | تعداد | الاسماءُ الحسنيٰ | تعداد |
|---|---|---|---|
| رَبّ | 933 | اَلْعَلِيْمُ | 161 |
| اَلْعَزِيْزُ | 99 | اَلرَّحِيْمُ | 115 |
| اَلْحَكِيْمُ | 98 | اَلْبَصِيْرُ | 55 |
| اَلْغَفَّارُ/اَلْغَفُوْرُ | 96 | اَلسَّمِيْعُ | 45 |
| اَلرَّحْمٰنُ | 57 | اَلْمَالِكُ | 28 |
| اَلْخَبِيْرُ | 45 | اَلْحَمِيْدُ | 16 |
| خَالِقٌ | 8 | اَلْحَلِيْمُ | 15 |
| اَلْقَهَّارُ | 8 | اَلْقَوِيُّ | 10 |
| اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ | 6 | ذُوانْتِقَام | 4 |
| خَيْرُالرَّازِقِيْنَ | 4 | خَلَّاقٌ عَلِيْمٌ | 2 |
| اَلْوَهَّابُ | 3 | اَلْقُدُّوْس | 1 |
| اَلسَّلَامُ | 1 | اَلْمُؤْمِنُ | 1 |
| اَلرَّزَّاقُ | 1 | اَلْجَبَّارُ | 1 |
| اَلْمُتَكَبِّرُ | 1 | اَلْمُهَيْمِنُ | 1 |

## شرڪ اهو هڪڙو ئي گناهه آهي جيڪو معاف نٿو ڪيو وڃي:

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَآءُ ۚ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدِ افْتَرٰٓى اِثْمًا عَظِيْمًا ○

”الله ان کي نٿو بخشي، جيڪو ساٿس ڪنهن کي ڀائيوار سمجهي. ان کان سواءِ ٻيو گناهه جنهن کي وڻيس بخشي ٿو ۽ جنهن الله سان ڪو ڀائيوار بنايو، ان وڏو بهتان ٻڌو.“ (النساء: ۴۸)

# توحيدِ صفتِ علم

- وصف:

توحيدِ صفت علم مان مراد الله تعاليٰ جي ذات کي ڪامل ۽ مڪمل ظاهري ۽ غيبي علم سان متصف سمجهڻ آهي. اهڙو علم جيڪو ڪامل ۽ مڪمل آهي، جو ڪنهن مخلوق کي نہ آهي. نبين کي بہ علم هوندو آهي، فرشتن کي بہ علم آهي، جنن وٽ بہ علم هوندو آهي، انسانن کي بہ علم هوندو آهي، ڪن کي گهٽو ڪن کي ٿورو پر مخلوق جو سارو علم محدود ۽ ناقص هوندو آهي. الله تعاليٰ جو علم لامحدود ۽ مڪمل آهي. ان عقيدي کي توحيد في العلم چئجي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن مخلوق جي باري ۾ هي عقيدو رکيو وڃي تہ اهو الله وانگر مڪمل علم رکي ٿو يا دلين جا راز ڄاڻي ٿو تہ اهو عقيدو ”شرڪ في العلم“ ٿيندو.

علم جي صفت لاءِ قرآن ۾ عَالِمٌ، عَلَّامٌ عَلِيْمٌ، اَلسَّمِيْعُ اَلْبَصِيْرُ اَلْخَبِيْرُ اَلْقَرِيْبُ، اَللَّطِيْفُ وغيره جا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن.

قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جي علم بابت 3 نالا استعمال ٿيا آهن:

1- عَالِمٌ معنيٰ ڄاڻڻ وارو. اسم فاعل آهي، جيئن:

عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ ”ظاهر ۽ لڪل شين کي ڄاڻڻ وارو“ (الحشر:22)

2- عَلِيْمٌ: ” عَلِيْمٌ“ ،فَعِيْلٌ جي وزن تي اسم صفت آهي ۽ گڏو گڏ اسم مبالغہ بہ آهي. اسمِ فاعل جي مقابلي ۾ صفت مستقل ۽ پائدار هوندي آهي. ان ۾ دائمي هئڻ جو مطلب بہ ڏنو وڃي ٿو. جيئن:

اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ۝ (البقره:231)

”بيشڪ الله تعاليٰ هر شيءِ جو مڪمل علم رکي ٿو.“

اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ○

(النحل: 28)

”بيشڪ الله تعاليٰ اوهان جي سيني عملن جو مڪمل علم رکي ٿو.“

اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ○

(آل عمران: 119)

”بيشڪ الله تعاليٰ سينن جي رازن ۽ نيتن جو به مڪمل علم رکي ٿو.“

3- عَلاّمُ: فعال جي وزن تي اسم مبالغو آهي. اسم مبالغہ اهڙي ذات لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جنهن مان ڪم جي ڪثرت ثابت ٿئي ٿي، جيئن:

وَاَنَّ اللّٰهَ عَلاَّمُ الْغُيُوْبِ

(التوبہ:78)

”۽ بيشڪ الله تعاليٰ تمام لڪل شين جي مڪمل ڄاڻ رکي ٿو.“

1- الله تعاليٰ ئي ڪمال جو علم رکندڙ آهي:

الله تعاليٰ هر شيءِ جو ڪامل ۽ اڪمل علم رکي ٿو. قرآن مجيد جون ڪي آيتون ڏسو:

وَسِعَ رَبِّىْ كُلَّ شَىْءٍ عِلْمًا.

(الانعام: 80)

”منهنجو رب علم جي لحاظ کان هر شيءِ کي گهيريو آهي.“

وَمَا تَسْقُطُ مِنْ وَّرَقَةٍ اِلَّا يَعْلَمُهَا وَلَا حَبَّةٍ فِىْ ظُلُمٰتِ الْاَرْضِ وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِىْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ○

(الانعام: 59)

”وڻ مان ڪرندڙ ڪو پن اهڙو ڪونهي، جنهن جو هن کي علم نہ هجي. زمين جي اونداهي پردن ۾ تهن ۾ ڪو داڻو اهڙو ڪونهي، جنهن کان هو باخبر نہ هجي. خشڪ ۽ آلو سڀ هڪ کليل ڪتاب ۾ لکيل آهي.“ (ظاهر آهي تہ اهڙو علم رڳو الله جوئي ٿي سگهي ٿو)

2- دلين جي رازن جو علم بہ رڳو الله تعاليٰ کي آهي:

الله تعاليٰ اهڙو غيبي علم رکي ٿو، جيڪو دلين جي رازن جو بہ ڄاڻو

آهي. قرآن مجيد چوي ٿو:

يَعۡلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَيَعۡلَمُ مَا تُسِرُّوۡنَ وَمَا تُعۡلِنُوۡنَ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوۡرِ ۝ (التغابن: 4)

”الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو جيڪي به آسمانن ۽ زمين ۾ آهي ۽ هو ڄاڻي ٿو جيڪي به اوهان لڪايو ٿا ۽ جيڪي به اوهان ظاهر ٿا ڪريو ۽ هو دلين جي ڳالهين کان به واقف آهي.“

- ڪنهن به هستيءَ جي باري ۾ هي عقيدو ته اها به لڪل شين کي ڄاڻي ٿي ۽ دلين جي رازن کان واقف ٿي وڃي ٿي، اهو شرڪ في العلم آهي.

قُلۡ اِنۡ تُخۡفُوۡا مَا فِىۡ صُدُوۡرِكُمۡ اَوۡ تُبۡدُوۡهُ يَعۡلَمۡهُ اللّٰهُ ‌ؕ وَيَعۡلَمُ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ‌ ؕ (آل عمران: 29)

”اي نبي! ماڻهن کي خبردار ڪر ته جيڪي اوهان جي دلين ۾ آهي، ان کي اوهان لڪايو يا ظاهر ڪريو، الله ان کي هر حال ۾ ڄاڻي ٿو. زمين ۽ آسمان جي ڪا به شيءِ ان جي علم کان ٻاهر نه آهي.“

اهو ئي مضمون قرآن مجيد جي هنن آيتن مان به ظاهر آهي: المائدة:99، الانعام:3، الانفال:43، هود:5، النحل:19، النحل:23.

## 3- الله تعاليٰ مستقبل جو علم به رکي ٿو:

نه رڳو ماضي ۽ حال جو، پر مستقبل جو علم به رکي ٿو. قرآن مجيد ۾ آهي:

يَعۡلَمُ مَا تَكۡسِبُ كُلُّ نَفۡسٍ (الرعد: 42)

”هو ڄاڻي ٿو جيڪو هر شخص (مستقبل ۾) ڪمائيندو.“

## 4- انسان کي تمام ٿورو علم ڏنو ويو آهي:

قرآن وضاحت سان ٻڌائي ٿو ته: ”انسان کي جيڪو علم ڏنو ويو آهي اهو نهايت ئي ٿورو ۽ محدود آهي.“

وَمَآ اُوْتِيْتُمْ مِّنَ الْعِلْمِ اِلَّا قَلِيْلًا. (بني اسرائيل: 85)

”۽ اوهان کي علم نہ ڏنو ويو آهي، مگر ڪو ٿورڙو.“

5- الله جي علم ۽ انسان جي علم جي فرق کي سمجهڻ لاءِ حديث ۾ هڪ خوبصورت مثال:

رسول الله ﷺ فرمايو: جڏهن حضرت خضر عليه السلام ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيا تہ هڪ جهرڪي ٻيڙيءَ جي ڪناري تي اچي ويٺي ۽ هڪ ٻہ دفعا پاڻيءَ ۾ چهنب ٻوڙيائين. حضرت خضر فرمايو:

يَا مُوْسٰى! مَا نَقَصَ عِلْمِيْ وَ عِلْمُكَ مِنْ عِلْمِ اللهِ اِلَّا كَنَقْرَةِ هٰذَا الْعُصْفُوْرِ فِى الْبَحْرِ. (بخاري، ڪتاب العلم)

”اي موسيٰ منهنجي علم ۽ تنهنجي علم، الله جي علم مان ڪجھ بہ نہ گھٽايو، مگر ايترو، جيترو ان جهرڪي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ هنب هڻي پاڻي گھٽ ڪيو آهي.“ (يعني اسان کي ٿورڙو علم ڏنو ويو آهي)

6- غيب جو علم الله وٽ ئي آهي:

زمين ۽ آسمان جي غيبي ۽ لڪل سمورين شين جو علم رڳو الله کي ئي آهي. قرآن چوي ٿو:

(a) قُلْ اِنَّمَا الْغَيْبُ لِلّٰهِ (يونس: 20)

”چئو تہ غيب جي سمورين ڳالهين جو علم تہ رڳو الله تعاليٰ وٽ ئي آهي.“

(b) وَلِلّٰهِ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ. (هود: 123، النحل: 77)

”آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي بہ لڪل آهي، سڀ الله جي قدرت جي قبضي ۾ آهي.“

7- رڳو الله تعاليٰ ئي حاضر ۽ ناظر آهي:

الله تعاليٰ ئي رقيب آهي، حفاظت ۽ نگهباني فرمائي ٿو. بصير آهي، مخلوق جي سمورن علمن تي نظر رکي ٿو، حاضر ۽ ناظر آهي، هر هڪ سان گڏ آهي، هر شيءِ کي ڏسڻ وارو آهي، هر شيءِ تي گواهه آهي. قرآن چوي ٿو:

اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلَيْكُمْ رَقِيْبًا۝ (النساء: 1)

"بيشڪ الله اوهان جي نگراني ڪري ٿو." (هو رقيب آهي)

وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ۝ (الحديد: 4)

"الله اوهان ساڻ هوندو آهي، جتي به اوهان هجو ۽ جيڪي ڪجهه اوهان ڪريو ٿا، ان کي ڏسندو رهي ٿو." (هو بصير آهي)

اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدًا۝ (النساء: 33)

"بيشڪ الله تعاليٰ هر شيءِ تيَ نگاهه رکي ٿو." (هو هر شيءِ تي شهيد يعني گواهه آهي)

- ڪنهن مري ويل شخص لاءِ هي عقيدو رکڻ ته هو حاضر، رقيب، بصير ۽ شهيد آهي ۽ سڀني انسانن کي ڏسي رهيو آهي، پوءِ ڪٿي اهو ڪيترو به نيڪ صالح ڇو نه هجي. اهو شرڪ في الصفات آهي.

8- قيامت جي ڏينهن سڀ پيغمبر پنهنجي لاعلميءَ جو اظهار ڪندا:

پيغمبرن کي به ڪامل ۽ مڪمل علم نه هوندو آهي. قيامت جي ڏينهن رسول پنهنجي لاعلميءَ جو اظهار ڪندا ۽ چوندا ته اي الله! تون ئي غيب جو علم رکين ٿو. قرآن چوي ٿو:

يَوْمَ يَجْمَعُ اللّٰهُ الرُّسُلَ فَيَقُوْلُ مَاذَآ اُجِبْتُمْ ؕ قَالُوْا لَا عِلْمَ لَنَا ؕ اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ۝ (المائدة: 109)

"جنهن ڏينهن الله سڀني رسولن کي جمع ڪري پڇندو ته اوهان کي ڪهڙو جواب ڏنو ويو؟ اهي عرض ڪندا ته اسان کي ڪجهه به علم نه

آهي، تون ئي سيني لڪل حقيقتن کي ڄاڻين ٿو.“
ان آيت مان معلوم ٿيو ته سڀ رسول، حضور ﷺ جن سميت پنهنجي دعوت جي قبول پوڻ يا نه پوڻ جي باري ۾ به مڪمل علم نٿا رکن.

## 9- الله جا فرشتا به مڪمل علم نٿا رکن:

صرف الله تعاليٰ ئي زمين ۽ آسمانن جو غيبي علم رکي ٿو. الله جا مقرب فرشتا به غيب جو علم نٿا رکن.

اِنِّيْٓ اَعْلَمُ غَيْبَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۙ وَاَعْلَمُ مَا تُبْدُوْنَ وَمَا كُنْتُمْ تَكْتُمُوْنَ ○ (البقرة: 33)

(الله تعاليٰ فرشتن کي خطاب ڪندي فرمايو): ”آئون آسمانن ۽ زمين جون سموريون غيبي حقيقتون ڄاڻان ٿو. جيڪي اوهان کان لڪل آهن ۽ جيڪي اوهان ظاهر ڪريو ٿا ۽ جيڪي اوهان لڪايو ٿا، ان کي به ڄاڻان ٿو.“

## 10- نه رڳو غيب جو علم، پر ان جون ڪنجيون به رڳو الله وٽ آهن:

الله تعاليٰ وٽ نه رڳو غيب جو علم آهي، بلڪ غيب جي علم جون ڪنجيون به الله تعاليٰ وٽ ئي آهن. ڪابه مخلوق اهي ڪنجيون چورائي الله تعاليٰ جو علم ڪسي نٿي سگهي. قرآن چوي ٿو:

وَعِنْدَهٗ مَفَاتِحُ الْغَيْبِ لَا يَعْلَمُهَآ اِلَّا هُوَ ؕ (الانعام: 59)

”ان وٽ ئي غيب جون ڪنجيون آهن، جن کي ان کان سواءِ ڪوبه نٿو ڄاڻي.“

## 11- الله تعاليٰ نه رڳو پنهنجي سمورن (مؤمن ۽ ڪافر) ٻانهن کان باخبر آهي، پر انهن جو هر هڪ عمل ڏسي رهيو آهي:

اِنَّهٗ كَانَ بِعِبَادِهٖ خَبِيْرًۢا بَصِيْرًا ○ (بني اسرائيل: 96)

”بيشڪ هو ٻانهن جي حال کان باخبر آهي ۽ سڀ ڪجهه ڏسي رهيو آهي.“

12- الله تعاليٰ ڏاڍيان ۽ هوريان سڀ آواز ٻڌي رهيو آهي:

الله تعاليٰ انسانن جي ڏاڍيان ۽ هوريان ڪيل گفتگو ۽ سرگوشي ٻڌي وٺندو آهي. قرآن چوي ٿو:

وَاِنْ تَجْهَرْ بِالْقَوْلِ فَاِنَّهٗ يَعْلَمُ السِّرَّ وَاَخْفٰى ○ اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۭ لَهُ الْاَسْمَاۗءُ الْحُسْنٰى ○ (طٰهٰ: 8-7)

"توهان ڪٿي پنهنجي ڳالهه پڪاري چئو، هو ته آهستي چيل ڳالهه، بلڪ ان کان به مخفي ڳالهه به ڄاڻي ٿو. هو الله آهي، ان کان سواءِ ڪو به اِله ڪونهي، ان لاءِ بهترين صفتن تي ٻڌل خوبصورت نالا آهن."

ان آيت مان معلوم ٿيو ته انسان رڳو ڏاڍيان وارو آواز ٻڌي سگهي ٿو ۽ علم حاصل ڪري سگهي ٿو، جڏهن ته الله تعاليٰ ڳجهين، لڪل ڳالهين جو به علم حاصل ڪري ٿو سگهي.

وَاَسِرُّوْا قَوْلَكُمْ اَوِ اجْهَرُوْا بِهٖ ۭ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ○ اَلَا يَعْلَمُ مَنْ خَلَقَ ۭ وَهُوَ اللَّطِيْفُ الْخَبِيْرُ ○ (الملڪ:14-13)

"اوهان توڙي آهستي ڳالهايو يا وڏي آواز سان (الله لاءِ هڪ جهڙو آهي) هو ته دلين جو به حال ڄاڻي ٿو. ڇا اهو ئي نه ڄاڻندو، جنهن پيدا ڪيو آهي؟ حالانڪ هو نهايت باريڪ ڏسڻ وارو ۽ باخبر آهي."

انهيءَ آيت مان معلوم ٿئي ٿو ته جيئن ته هو خالق آهي، لطيف آهي ۽ خبير آهي، ان ڪري ڏاڍيان آواز، هلڪو آواز، دل جون لڪل ڳالهيون به ڄاڻي ٿو وٺي. اها ئي ڳالهه قرآن مجيد جي آيتن البقرة:23، آل عمران:5، المائدة:97 ۾ به چيل آهي.

اَوَلَا يَعْلَمُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ○ (البقرة: 77)

"ڇا اهي ماڻهو نٿا ڄاڻن ته جيڪي ڪجهه اهي لڪائين ٿا ۽ جيڪي ظاهر ڪن ٿا، الله کي انهن سڀني ڳالهين جي خبر آهي."

نوٽ: صالحن جي قبرن تي وڃي دل ئي دل ۾ انهن کان دعا جي درخواست ڪرڻ بہ شرڪ في العلم آهي. اهڙن ماڻهن جو عقيدو هوندو آهي تہ نعوذ بالله اهي صالح شخص بہ الله وانگر دل جون ڳالهيون ڄاڻي ٿا وٺن.

## 13- الله تعاليٰ آسمان ۽ زمين جون سموريون لڪل شيون ڄاڻي ٿو:

قرآن مجيد کي نازل ڪرڻ وارو الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جي سيني لڪل شين کي ڄاڻي ٿو وڃي. اهو ئي عملن جو حساب ڪندو. ان کي مڃي نيڪ عمل ڪرڻ وارن لاءِ هو غفور ۽ رحيم هوندو. قرآن چوي ٿو:

قُلْ اَنْزَلَهُ الَّذِيْ يَعْلَمُ السِّرَّ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ اِنَّهٗ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ○ (الفرقان: 6)

”(اي نبي ﷺ!) انهن کي چؤ ان کي (يعني قرآن کي) ان هستيءَ نازل ڪيو آهي، جيڪا زمين ۽ آسمانن جو راز ڄاڻي ٿي. حقيقت هيءَ آهي تہ هو نهايت غفور ۽ رحيم آهي.“

اهو ئي مضمون القصص:69، يٰسٓ:76، الزمر:7، الشوريٰ:24، الحديد:6، الممتحنہ:1، التغابن:4 ۾ بہ بيان ٿيو آهي.

## 14- رات جي اونداهيءَ ۾ ٿيندڙ عمل کي بہ الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو:

انسان رڳو ڏاڍيان آواز واري گفتگو ٻڌي سگهي ٿو، آهستي يا لڪل گفتگو ٻڌي نٿو سگهي، پر ڪائنات جي خالق لاءِ ڏاڍيان يا آهستي ۾ ڪو فرق نہ آهي. انسان رڳو روشنيءَ ۾ ڪيل عمل ڏسي سگهي ٿو، اونده ۾ ڪيل عمل ڏسي نٿو سگهي، پر الله تعاليٰ جو معاملو اهو آهي تہ ان لاءِ ڏينهن يا رات جا عمل برابر آهن. قرآن چوي ٿو:

سَوَآءٌ مِّنْكُمْ مَّنْ اَسَرَّ الْقَوْلَ وَ مَنْ جَهَرَ بِهٖ وَمَنْ هُوَ مُسْتَخْفٍۢ بِالَّيْلِ وَسَارِبٌۢ بِالنَّهَارِ ○ (الرعد:10)

"اوهان مان ڪو ڏاڍيان ڳالهائي يا هوريان، ڪوئي رات جي اونداهيءَ ۾ لڪل هجي يا ڏينهن جي روشنيءَ ۾ هلي رهيو هجي، ان لاءِ سڀ هڪ جهڙا آهن."

يعني اسين رڳو ڏاڍيان ڪيل گفتگو ٻڌي ٿا سگهون، دل ۾ چيل ڳالهيون نٿا ٻڌي سگهون. ڏسڻ لاءِ وري اسان اکين سان گڏ روشنيءَ جا بہ محتاج آهيون. اونداهيءَ ۾ ڏسي نٿا سگهون، ليڪن الله تعاليٰ لاءِ ڏاڍيان چيل گفتگو ۽ دل ۾ چيل لفظ هڪ جهڙا آهن. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ لاءِ اوندھ ۽ روشنيءَ ۾ ڏسڻ برابر آهن.

ڪنهن ٻيءَ هستيءَ لاءِ هي عقيدو رکڻ تہ هو غيب جو سمورو علم رکي ٿي، اوندھ ۾ بہ ڏسي سگهي ٿو، خفيف آواز بہ ٻڌي سگهي ٿو، اهو شرڪ في العلم آهي.

## 15- الله تعاليٰ جي صفت معيت، يعني هر هنڌ الله تعاليٰ اسان سان گڏ هوندو آهي:

صفت معيت بہ اُن جي علم جي قوت جو دليل آهي. هو هر انسان سان گڏ آهي. انسان ڪٿي خلا ۾ هجي يا زمين تي، سمنڊ ۾ هجي يا ڪنهن ٻي ملڪ ۾، الله تعاليٰ پنهنجي علم جي صفت سان اسان سان گڏ آهي. الله پنهنجي علم سان Omnipresent آهي، جيئن قرآن ۾ فرمايو ويو:

وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ (الحديد: 4)

"هو اوهان سان گڏ آهي، جتي بہ اوهان هجو."

ظاهر آهي تہ اها صفت بہ الله کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ هستيءَ سان منسوب ڪري نٿي سگهجي. مخلوق جو ساٿ عارضي، غير مستقل ۽ وقتي هوندو آهي. ٻيءَ جاءِ تي ارشاد ٿيو:

مَا يَكُوْنُ مِنْ نَّجْوٰى ثَلٰثَةٍ اِلَّا هُوَ رَابِعُهُمْ

”ائين ڪڏهن نہ ٿيندو آهي تہ ٽن ڄڻن ۾ ڪا سرگوشي هجي ۽ انهن ۾ چوٿون الله نہ هجي.

وَلَا خَمْسَةٍ اِلَّا هُوَ سَادِسُهُمْ

يا پنجن ڄڻن ۾ ڪا سرگوشي هجي ۽ انهن ۾ ڇهون الله نہ هجي.

وَلَآ اَدْنٰى مِنْ ذٰلِكَ وَلَآ اَكْثَرَ اِلَّا هُوَ مَعَهُمْ اَيْنَ مَا كَانُوْا ۚ

لڪائي ڳالھ ڪرڻ وارا ان کان گهٽ هجن يا وڌي، جتي بہ هجن الله انهن سان گڏ هوندو آهي.

ثُمَّ يُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ

پوءِ هو قيامت جي ڏينهن انهن کي ٻڌائيندو تہ انهن ڇا ڪيو آهي؟

اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ۝ (المجادله:7)

بيشڪ الله هر شيءِ جو علم رکي ٿو.

16- الله هڪ ئي وقت ۾ زمين ۽ آسمان جي هر ڳالھ ٻڌي ٿو:

رَبِّيْ يَعْلَمُ الْقَوْلَ فِي السَّمَاۗءِ وَالْاَرْضِ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ۝

(الانبياء:4)

”منهنجو رب هر ان ڳالھ کي ڄاڻي ٿو، جيڪا آسمان ۽ زمين ۾ ڪئي وڃي. هو سميع ۽ عليم آهي.“

17- الله تعاليٰ ئي هر هنڌ ۽ هر وقت، هر ڪنهن کي ٻڌي ٿو:

وَاللّٰهُ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ۝ (المائدة: 76)

”الله ئي خوب ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي.“

لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ ۚ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ۝ (الشوريٰ:11)

”الله تعاليٰ وانگر ڪابہ شيءِ ڪانهي ۽ هو ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي.“
(انسان جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جون طاقتون محدود ۽ ناقص آهن. خدا جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي طاقت لامحدود ۽ ڪامل آهي. هو پنهنجي علم سان Omnipresent آهي)

18- الله تعاليٰ نہ رڳو خشڪيءَ جو، پر پاڻين جو بہ علم رکي ٿو. هو هڪ هڪ پن جو علم رکي ٿو:

الله تعاليٰ خشڪي ۽ پاڻيءَ يعني بحر ۽ بر جي پنهي جهانن جو مڪمل علم، رکي ٿو. قرآن چوي ٿو:

وَيَعْلَمُ مَا فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ ۚ وَمَا تَسْقُطُ مِنْ وَّرَقَةٍ اِلَّا يَعْلَمُهَا
(الانعام: 59)

”بحر ۽ بر ۾ جو ڪجھ بہ آهي، سڀ ڪان هو واقف آهي. وڻ مان ڪرندڙ ڪو پَنُ اهڙو نہ آهي، جنهن جي ڪيس خبر نہ هجي.“
ان آيت مان معلوم ٿيو تہ نہ رڳو خشڪي ۽ سمنڊن جو علم، بلڪ دنيا جي اڻ ڳڻ وڻن جي هر ڪِرڻ واري پَنَ جو بہ الله کي علم آهي.

19- الله تعاليٰ هر ساهواري جي شروعات ۽ پڇاڙي، وقتي ۽ مستقل ٺڪاڻي جو علم رکي ٿو:

قرآن ۾ چيو ويو:

وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِي الْاَرْضِ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ رِزْقُهَا وَيَعْلَمُ مُسْتَقَرَّهَا وَمُسْتَوْدَعَهَا ۚ
(هود: 6)

”زمين ۾ هلڻ وارو ڪو ساهوارو اهڙو ناهي، جنهن جو رزق الله جي ذمي نہ هجي ۽ جنهن بابت هو نہ ڄاڻندو هجي تہ ڪٿي رهي ٿو ۽ ڪٿي مستقل رکيو ويندو.“
هن آيت مان معلوم ٿيو تہ الله تعاليٰ هر ساهواري جي عارضي ۽

مستقل نڪاٽي جو علم رکي ٿو.

20- الله تعاليٰ حمل جي زماني ۾ ڳپيرڻ جي گھٽجڻ ۽ وڌڻ جو علم رکي ٿو:

قرآن چوي ٿو:

اَللّٰهُ يَعْلَمُ مَا تَحْمِلُ كُلُّ اُنْثٰى وَمَا تَغِيْضُ الْاَرْحَامُ وَمَا تَزْدَادُ ؕ

(الرعد: 8)

الله هر هڪ ڳورهاريءَ جي پيٽ کان واقف آهي. جيڪي ڪجھ ان جي ڳپيرڻ ۾ ٿئي ٿو، ان کي بہ ھو ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي بہ ان ۾ گھٽ وڌائي ٿئي ٿي، ان کان بہ ھو باخبر رهي ٿو.“

هن آيت مان معلوم ٿيو تہ حمل ۾ نر آهي يا مادي، نيڪ آهي يا بدبخت، صحتمند آهي يا بيمار، هوشيار آهي يا موڳو؟ هر شيءِ کان الله واقف آهي. ماءُ جي ڳپيرڻين ۾ خلقڻ جي مختلف مرحلن جو مڪمل علم بہ رکي ٿو. ظاهر آهي تہ اهڙو مڪمل علم ڪنهن بہ مخلوق وٽ ڪونہ آهي.

21- الله پنهنجي علم سان مخلوق جو گھيرو ڪري سگھي ٿو، پر مخلوق پنهنجي علم سان الله جو گھيرو ڪري نٿي سگھي:

آيت الڪرسي ۽ سورة طٰهٰ ۾ ان جي علم جي گھيري جي باري ۾ فرمايو ويو:

يَعْلَمُ مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ

”هو ماڻهن جو اڳيون پويون حال ڄاڻي ٿو.

وَلَا يُحِيْطُوْنَ بِهٖ عِلْمًا ۝ (طٰهٰ: 110)

۽ ٻيا ان جو علمي گھيرو نٿا ڪري سگھن.“ (ٻين کي ان جو پورو علم نہ آهي)

22- الله تعاليٰ مخلوق جي اٽڪلن ۽ رياڪارين کي پڪڙي ٿو وٺي:

اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌۢ بِمَا يَصْنَعُوْنَ۝ (النور: 30)

جيڪي ٻه اٽڪلون ۽ رياڪاريون اهي ڪن ٿا الله انهن کي ڄاڻي ٿو."

23- غيب جو علم رکڻ وارو الله ضرور قيامت قائم ڪندو:

سورة سبا ۾ عالم الغيب رب جو قسم کائي اهو ٻڌايو ويو ته هو ضرور قيامت قائم ڪندو:

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَا تَاْتِيْنَا السَّاعَةُ ؕ قُلْ بَلٰى وَرَبِّيْ لَتَاْتِيَنَّكُمْ ۙ عٰلِمِ الْغَيْبِ ۚ (سبا:3)

"منڪر چون ٿا ته ڪهڙي ڳالهه آهي جو اسان تي قيامت نٿي اچي؟ چئو قسم آهي منهنجي عالم الغيب پالڻهار جو! اها اوهان تي اچي رهندي."

24- قيامت جو علم رڳو الله تعاليٰ کي آهي:

قيامت جو علم (ته اها ڪڏهن ايندي) نه ته ڪنهن رسول وٽ آهي، نه ڪنهن فرشتي وٽ. قرآن چئي ٿو:

اِنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗ عِلْمُ السَّاعَةِ (لقمان:34، الاحزاب: 63)

"بيشڪ ان گهڙيءَ (قيامت) جو علم الله وٽ ئي آهي."

معلوم ٿيو ته ڪنهن رسول، ڪنهن نبي ۽ ڪنهن فرشتي کي به ان گهڙيءَ جو علم نه آهي."

25- الله نه رڳو ايمان ۽ اعمالن کان واقف آهي، بلڪ قيامت جي ڏينهن ڏيکاريندو به:

قرآن چوي ٿو: اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ

"ٻڌي ڇڏيو! آسمان ۽ زمين ۾ جيڪي به آهي، سو الله جو آهي."

قَدۡ يَعۡلَمُ مَآ اَنۡتُمۡ عَلَيۡهِ ؕ

اوهان جنهن روش تي بہ آهيو، الله ان کي ڄاڻي ٿو.

وَيَوۡمَ يُرۡجَعُوۡنَ اِلَيۡهِ فَيُنَبِّئُهُمۡ بِمَا عَمِلُوۡا ؕ

جنهن ڏينهن ماڻهو ان ڏانهن موٽايا ويندا، هو انهن کي ٻڌائيندو تہ هو ڇا ڪري آيا آهن؟

وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَىۡءٍ عَلِيۡمٌ ○ (النور: 64)

۽ الله هر شيءِ جو علم رکي ٿو.“

اهوئي مضمون هيٺ ڏنل آيتن ۾ بہ بيان ٿيو آهي:

(العنڪبوت:52، سبا:2، حٰم السجده:47، الحديد:3)

قُلۡ اِنَّ الۡمَوۡتَ الَّذِىۡ تَفِرُّوۡنَ مِنۡهُ فَاِنَّهٗ مُلٰقِيۡكُمۡ ثُمَّ تُرَدُّوۡنَ اِلٰى عٰلِمِ الۡغَيۡبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُمۡ بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ○ (الجمعة:8)

”انهن کي چئو، جنهن موت کان اوهان ڀڄو ٿا، اهو تہ اوهان کي ضرور ايندو، پوءِ اوهان ان جي سامهون پيش ڪيا ويندا جيڪو لڪل ۽ ظاهر کي ڄاڻيندڙ آهي. اهو اوهان کي ٻڌائيندو تہ اوهان ڇا ڇا ڪري آيا آهيو؟“

ان آيت مان معلوم ٿيو تہ اهو نہ رڳو سمورن انساني عملن جو علم رکي ٿو، بلڪ قيامت جي ڏينهن انسانن کي ڏيکارڻ تي بہ وس وارو آهي.

26- الله نہ رڳو لڪل ڳالهين کي ڄاڻي ٿو، پر انهن جو حساب بہ ڪندو:

جيڪا هستي علم رکي ٿي، ان کي قدرت بہ آهي. الله انسانن جي ظاهري ۽ لڪل ٻنهي عملن جو علم بہ رکي ٿو ۽ انهن عملن جو حساب بہ ضرور ڪندو. قرآن فرمائي ٿو:

وَاِنۡ تُبۡدُوۡا مَا فِىۡۤ اَنۡفُسِكُمۡ اَوۡ تُخۡفُوۡهُ يُحَاسِبۡكُمۡ بِهِ اللّٰهُ ؕ (البقره:284)

”اوهان پنهنجي دل جون ڳالهيون ظاهر ڪريو توڙي لڪايو، الله

بهرحال انهن جو حساب اوهان کان وٺندو.“

## 27- غيب جي علم مان رڳو نبين تي وحي نازل ڪئي ويندي آهي:

وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَى الْغَيْبِ

(اي انسانؤ!) الله اهڙو نہ آهي جو اوهان کي (سڌو سنئون) غيب جون ڳالهيون ٻڌائي.

وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَجْتَبِىْ مِنْ رُّسُلِهٖ مَنْ يَّشَآءُ (آل عمران: 179)

البتہ پنهنجي رسولن مان جن کي چاهيندو آهي، (غيب لاءِ) چونڊيندو آهي.“

## 28- الله پنهنجي ڪامل غيبي علم جو ڪجھ حصو وحيءَ ذريعي پنهنجي رسولن تي نازل ڪندو آهي:

هيٺ ڏنل آيت مان معلوم ٿئي ٿو تہ غيب جو مڪمل علم الله وٽ ئي آهي. رسول بہ ان غيبي علم جو اهو ئي حصو ماڻهن کي ٻڌائي سگهن ٿا، جيڪو کين ٻڌايو ويندو آهي. قرآن چوي ٿو:

عٰلِمُ الْغَيْبِ فَلَا يُظْهِرُ عَلٰى غَيْبِهٖٓ اَحَدًا ۝

”هو عالم الغيب آهي، پنهنجي غيب تي ڪنهن کي واقف نٿو ڪري،

اِلَّا مَنِ ارْتَضٰى مِنْ رَّسُوْلٍ

سواءِ ان رسول جي، جنهن کي ان (غيب جي علم ڏيڻ لاءِ) پسند ڪيو هجي،

فَاِنَّهٗ يَسْلُكُ مِنْۢ بَيْنِ يَدَيْهِ وَمِنْ خَلْفِهٖ رَصَدًا ۝

پوءِ ان جي اڳيان ۽ پويان محافظ لڳائيندو آهي

لِّيَعْلَمَ اَنْ قَدْ اَبْلَغُوْا رِسٰلٰتِ رَبِّهِمْ

تہ هو ڄاڻي تہ ان پنهنجي رب جا پيغام پهچايا

وَاَحَاطَ بِمَا لَدَيْهِمْ وَاَحْصٰى كُلَّ شَيْءٍ عَدَدًا○ (الجن: 28-26)

۽ اهو ان جي ساري ماحول جو گهيرو ڪيو ويٺو آهي ۽ هر شيءِ ڪي ان ڳڻتي رکيو آهي."

29- رسول الله ﷺ کي غيب جي علم مان ڪجھ شيون قرآن ۽ سنت جي صورت ۾ وحي ڪيون ويون:

قرآن فرمائي ٿو:

تِلْكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْغَيْبِ نُوْحِيْهَآ اِلَيْكَ ۚ

"(اي نبي ﷺ!) هي غيب جون خبرون آهن، جيڪي اسين تنهنجي طرف وحي ٿا ڪريون.

مَا كُنْتَ تَعْلَمُهَآ اَنْتَ وَلَا قَوْمُكَ مِنْ قَبْلِ هٰذَا (هود: 49)

هن کان اڳ نه تون انهن کي ڄاڻندو هئين، نه تنهنجي قوم."

30- رسول الله ﷺ جن به عالم الغيب نه هئا:

قرآن ۾ خود رسول الله ﷺ جن جي زبان مبارڪ ۾ چوايو ويو آهي ته هو عالب الغيب نه آهي. قرآن چوي ٿو:

قُلْ لَّآ اَقُوْلُ لَكُمْ عِنْدِيْ خَزَآئِنُ اللّٰهِ

"(اي نبي ﷺ!) انهن کي چؤ ته مان اوهان کي نٿو چوان ته مون وٽ الله جا خزانا آهن

وَلَآ اَعْلَمُ الْغَيْبَ (الانعام:50)

۽ نه ڪو مان غيب جو علم رکان ٿو."

صلح حديبيه جي موقعي تي حضرت عثمان رضي الله عنه جي قتل ٿيڻ جو افواه اٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ اصحابن کان بيعت رضوان ورتي. بعد ۾ اها

خبر غلط ثابت ٿي. پاڻ ڪريمن عليه وسلم صلي الله ڪي غيب جو علم نہ هو جو پاڻ
حضرت عثمان رضي الله عنہ جي باري ۾ صحيح صورتحال کان واقف هجن ها.

## 31- جيڪڏهن رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪي غيب جو علم هجي ها تہ گهڻي دولت گڏ ڪري وٺن ها:

قرآن مجيد رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان ڪامل علم غيب جي نہ رکڻ نفي ڪئي آهي، پر هي عقلي دليل بہ پيش ڪيو آهي تہ جيڪڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي غيب جو علم هجي ها تہ هو گهڻي دولت گڏ ڪري وٺن ها. قرآن چوي ٿو:

وَلَوۡ كُنتُ أَعۡلَمُ ٱلۡغَيۡبَ لَٱسۡتَكۡثَرۡتُ مِنَ ٱلۡخَيۡرِ وَمَا مَسَّنِيَ ٱلسُّوٓءُ

(الاعراف: 188)

”۽ جيڪڏهن مون کي غيب جو علم هجي ها تہ آئون پنهنجي لاءِ گهڻا فائدا حاصل ڪري وٺان ها ۽ مون کي ڪڏهن بہ ڪو نقصان نہ پهچي ها.“ (يعني نقصان واري ڏينهن گهران نہ نڪران ها، واپار نہ ڪريان ها. فائدي واري ڏينهن خوب نفعو ڪمايان ها)

معلوم ٿيو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن بہ غيب جو علم نہ ڄاڻندا هئا.

## 32- قبر وارا قبر ۾ رهڻ جي مدت بہ نٿا ڄاڻن:

غيبي ۽ لڪل شين جو علم الله کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن مخلوق وٽ نہ آهي. الله جا نيڪ ٻانها بہ غيب جو علم نٿا رکن. ناواقف ماڻهو صالح ٻانهن جي قبرن جي باري ۾ هي غلط عقيدو رکن ٿا تہ انهن کي قبرن ۾ انسانن جي حاجتن ۽ ضرورتن جو علم ٿئي ٿو. قرآن ان عقيدي کي رد ٿو ڪري ۽ فرمائي ٿو:

قُل لَّا يَعۡلَمُ مَن فِي ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلۡأَرۡضِ ٱلۡغَيۡبَ إِلَّا ٱللَّهُۚ

”اي رسول صلي الله عليه وسلم! ڪين ٻڌاءِ تہ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي هستيون آهن،

انهن مان ڪو بہ غيب جون ڳالهيون نٿو ڄاڻي، سواءِ الله تعاليٰ جي

وَمَا يَشْعُرُونَ اَيَّانَ يُبْعَثُونَ○ (النمل: 65)

۽ انهن (ويچارن) کي تہ اهو بہ معلوم ناهي تہ ڪين ڪڏهن (قبرن مان) اٿاريو ويندو؟“

يعني قبرن وارا اهو بہ نٿا ڄاڻن تہ برزخ ۾ رهڻ جي مدت ڪيتري آهي ۽ قيامت ڪڏهن برپا ٿيندي؟ انهن جي حال تي افسوس آهي، جيڪي اِنهن ويچارن کان مدد گهرن ٿا.

عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ. ”غائب ۽ ظاهر هر شيءِ جو ڄاڻندڙ.“ (الحشر:22)

يعني جيڪا شيءِ اسان لاءِ ”غيب“ يعني لڪل آهي، الله لاءِ اها ”شهادت“ يعني ظاهر آهي.

33- ڪاهن بنجڻ حرام آهي:

مڪي جا مشرڪ ڪاهنن وٽ وڃي انهن کان مستقبل جون ڳالهيون پڇندا هئا. انهن جو عقيدو هو تہ ڪاهن غيب جو علم رکن ٿا. رسول الله ﷺ جن حڪم ڏنو:

لَا تَأْتُوا الْكُهَّانَ. ”ڪاهنن وٽ نہ وڃو.“ (صحيح مسلم)

وڌيڪ فرمايائون:

اِنَّهُمْ لَيْسُوْا بِشَيْءٍ. ”ڪاهن ڪا حيثيت نٿا رکن.“ (متفق عليه)

اصحابن چيو: ”ڪڏهن اهي صحيح ڳالهہ بہ ٻڌائيندا آهن.“ انهن جي جواب ۾ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو: ”انهن جو شيطاني جنن سان تعلق هوندو آهي، جيڪي انهن کي آسمان جي ڪا ننڍي ڳالهہ يا جملو چوري ڪري ٻڌائيندا آهن، جن ۾ اهي سؤ ڪوڙيون ڳالهيون ملائي بيان ڪندا آهن.

كاهِن يا عامل جي باري ۾ يا انهن جي كنهن جنّ جي باري ۾ اهو علم رکڻ تہ اهي عيب جو علم رکن ٿا، شرڪ في العلم آهي.

## 34- عرّاف وٽ وڃڻ بہ حرام آهي:

عرب جا مشرڪ گم ٿيل شيءِ جي باري ۾ معلوم ڪرڻ لاءِ "عراف" وٽ ويندا هئا. عراف گهڻو ڄاڻڻ واري کي چوندا هئا. ڪاهنن وانگر انهن لاءِ بہ مشهور هو تہ اهي غيب ڄاڻن ٿا ۽ گم ٿيل شيءِ جو پتو ڏيئي سگهن ٿا. حضرت حفصہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو:

مَنْ اَتٰى عَرَّافًا، فَسَاَلَهٗ عَنْ شَيْءٍ لَنْ تُقْبَلَ لَهٗ صَلٰوةُ اَرْبَعِيْنَ لَيْلَةً.

(صحيح مسلم، حديث 2230)

"جيڪو شخص (گم ٿيل شيءِ جي باري ۾ معلوم ڪرڻ لاءِ) عراف وٽ ويو، ان جون چاليهن ڏينهن جون نمازون قبول نہ ٿينديون."

- **طوطا ۽ هٿ ڏسڻ وارا بہ غيب جو علم نٿا رکن:**

ڪي ماڻهو طوطي کان پنهنجي قسمت جو حال پُڇندا آهن. طوطو ڇا قسمت ٻڌائيندو، اهو تہ طوطي وارن کي بہ سندن قسمت نٿو ٻڌائي سگهي. قسمت جو حال تہ صرف الله تعاليٰ وٽ آهي. ڪي ماڻهو پامسٽ کان قسمت معلوم ڪندا آهن. اهي پاڻ پنهنجي هٿن جي ليڪن تان پنهنجي قسمت معلوم نٿا ڪري سگهن، نہ تہ اوهان جي ٿورڙن پيسن جا محتاج نہ هجن ها، بلڪ دنيا جا امير ماڻهو هجن ها.

# توحيد في العلم جو ثبوت

1- هر شيءِ، هر عمل، هر غيب جو مڪمل علم رڳو الله کي آهي، ٻئي ڪنهن وٽ نہ آهي. ان عقيدي کي توحيد في العلم چئبو آهي.

2- لاٻہ مخلوق، توڙي اهي نبي، رسول، فرشتا، امام، اولياء هجن، لڪل ۽ غيبي شيون نٿا ڄاڻن.

3- دل جي رازن کان صرف الله تعاليٰ واقف آهي، ٻي ڪا مخلوق واقف نہ آهي. (آل عمران:119)

4- الله تعاليٰ لاءِ اونده ۽ روشني، آهستي يا ڏاڍيان ڳالهايل ڳالهہ برابر آهن. اسان رڳو ڏاڍيان ڳالهايل لفظ ٻڌي سگهون ٿا، الله تعاليٰ اونده ۾ بہ ڏسي سگهي ٿو. (الرعد:10)

صالحن جي قبرن جي سامهون بيهي خاموشيءَ سان دعا جي درخواست ڪرڻ بہ شرڪ في العلم آهي.

5- الله تعاليٰ ذري ذري جو علم رکي ٿو، ٻي ڪابہ مخلوق اهڙو علم نٿي رکي. (الانعام:59)

6- هر انسان جي عارضي ۽ مستقل ٺڪاڻن جو علم رڳو الله تعاليٰ کي آهي. ٻيءَ ڪنهن مخلوق کي نہ آهي. (هود:6)

7- الله تعاليٰ مخلوق جي علم کي گهيرو ڪري ٿو، پر مخلوق الله جي علم جو گهيرو نٿي ڪري سگهي. (طٰهٰ:110)

8- قيامت جي وقت جو علم رڳو الله تعاليٰ کي آهي. (لقمان:34)

9- الله تعاليٰ انسانن جي قولن ۽ عملن کي نہ رڳو ڄاڻي ٿو، پر قيامت ۾ انهن کي ڏيکاريندو بہ. (النور:64) ۽ انهن جي عملن ۽ قولن جو حساب بہ ڪندو. (البقره:284)

10- نبين ۽ رسولن جو علم صرف وحيءَ تائين محدود هوندو آهي، اهو علم عطا ڪيل هوندو آهي. (آل عمران: 179)

11- الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي باري ۾ اهو عقيدو رکڻ ته اهي دلين جون ڳالهيون ڄاڻن ٿا يا اهي الله وانگر مڪمل علم رکن ٿا، شرڪ في العلم آهي. (هود:49)

12- عرّاف، عامل ۽ ڪاهنن وٽ وڃڻ حرام آهي. انهن وٽ نه غيب جو علم هوندو آهي، نه مستقبل جو. انهن جو جن جِنن سان واسطو هوندو آهي، انهن کي به غيب جو علم نه هوندو آهي.

13- طوطا ڪنهن جي قسمت ٻڌائي نٿا سگهن. هٿ ڏسڻ جي بنياد تي به اوهان جي ايندڙ وقت بابت ڪا ڳالهه ٻڌائي نٿي سگهجي.

## سوال

1- توحيد في العلم ۽ شرڪ في العلم جي وصف لکو.

2- قرآن مجيد جي آيتن جي روشنيءَ ۾ غيب جي علم جي وضاحت ڪيو.

3- الله ۽ مخلوق جي علم جي فرق کي هڪ چارٽ جي صورت ۾ واضح ڪيو.

4- افڪ جو واقعو بيان ڪيو ۽ ٻڌايو ته هڪ مهيني تائين رسول الله ﷺ قرآني آيتن جي نازل ٿيڻ تائين ڇو اضطراب ۾ رهيا؟

5- سورة النمل ۾ حضرت سليمانؑ ۽ هُدهُد جو ذڪر آهي. ڇا حضرت سليمانؑ هُدهُد جي باري ۾ باخبر هو؟ ڇا کيس غيب جو علم هو؟

6- اسان جي معاشري ۾ شرڪ في العلم جون ڪهڙيون صورتون موجود آهن؟

7- معاشري ۾ توحيد في العلم جي پکيڙڻ لاءِ اسان ڇا ڪري سگهون ٿا؟

# توحيدِ صفتِ اختيار

● وصف:

توحيدِ صفت اختيار مان مراد الله تعاليٰ جو ڪامل اختيار (Sovereignty) آهي. اهڙو ڪامل اختيار جو ڪنهن ٻيءَ هستيءَ لاءِ ثابت نٿو سگهي. ان جي اختيار ۾ ڪا به هستي دخل ڏيئي نٿي سگهي. هو نه ڪنهن کان ڊڄي ٿو، نه رعب ۾ اچي ٿو، نه سندس اختيار ۾ ٻيو ڪو شريڪ آهي، نه هو ڪنهن جي آڏو جوابدار آهي. الله تعاليٰ ڪامل اختيار رکي ٿو، هو بيوس نه آهي، لاچار نه آهي، ان جي سامهون ڪا مجبوري نه آهي، ڪا رڪاوٽ نه آهي، ان تي ڪنهن جو دٻاءُ نه آهي، هو "فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ" هستي آهي. جيڪي چاهي ڪري سگهي ٿو، ڪنهن شيءِ کان عاجز نه آهي، ان عقيدي کي توحيد في الاختيار چئجي ٿو.

قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جي قدرت جي طاقت ۽ اختيار جي بيان لاءِ ڪيترا خوبصورت نالا (اسماء الحسنيٰ) استعمال ٿيا آهن. هو قادر به آهي، قدير به آهي، مقتدر به آهي، قوي به آهي، جبار به آهي، عزيز به آهي، قاهر به آهي، متين به آهي، منتقم به آهي. ڪجھ نالن جو ذڪر ڪجي ٿو:

1- قَادِرٌ: فاعلٌ جي وزن تي اسم فاعل آهي. قدرت رکڻ واري کي قادر چئجي ٿو، جيئن:

اِنَّهٗ عَلٰى رَجْعِهٖ لَقَادِرٌ (الطارق:8)

"بيشڪ الله تعاليٰ پيهر پيدا ڪرڻ تي پوري قدرت رکي ٿو.

2- قَدِيْرٌ: فعيل جي وزن تي اسمِ صفت آهي. اسم فاعل جي ڀيٽ ۾ صفت مستقل ۽ پائدار هوندي آهي. اسمِ صفت ۾ ديرپا هئڻ جو مفهوم هوندو آهي، جيئن:

وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ○ (هود: 4)

”۽ هو هر هڪ شيءِ تي ڪامل قدرت ۽ اختيار رکي ٿو.“

3- اَلْمُقْتَدِرُ: مفعل جي وزن تي باب افتعال مان اسم فاعل آهي. اهو اسم لازم بہ آهي ۽ متعدي بہ. مقدر ۾ اهڙي ڪامل قوت هوندي آهي، جو ڪامل اقتدار مڪمل فرمان روائي ۽ عظيم الشان حڪمراني جو دليل آهي، جيئن:

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا كُلِّهَا فَاَخَذْنٰهُمْ اَخْذَ عَزِيْزٍ مُّقْتَدِرٍ ○ (القمر:42)

”اُنهن اسان جي سڀني آيتن کي ڪوڙو ڪيو تہ اسان (ان جي نتيجي ۾) انهن کي اهڙو پڪڙيو جيئن ڪا زبردست ۽ غالب اقتدار واري هستي پڪڙيندي آهي.“

هي آيتون بہ ڏسو:

1- الله وٽ ئي ڪل اختيار آهن:

قرآن چوي ٿو:

(a) بَلْ لِّلّٰهِ الْاَمْرُ جَمِيْعًا. (الرعد: 31)

”بلڪ سمورو اختيار الله وٽ ئي آهي.“

(b) قُلْ اِنَّ الْاَمْرَ كُلَّهٗ لِلّٰهِ. (آل عمران: 154)

”چوين تہ سمورا اختيار الله جي هٿ ۾ ئي آهن.

2- الله تعاليٰ وٽ اهڙا اختيار آهن، جو مخلوق ۾ ڪنهن وٽ نہ آهن:

هيٺ ڏنل آيت مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن انسان کي نبي يا رسول جي عهدي تي مقرر ڪرڻ الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي، اهو انسانن جو ڪم نہ آهي. قرآن چوي ٿو:

وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَاءُ وَيَخْتَارُ ۗ مَا كَانَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ ۚ سُبْحٰنَ اللّٰهِ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ۝ (القصص:68)

”۽ تنهنجو رب پيدا ٿو ڪري جيڪي به چاهي ٿو ۽ اهو (پاڻ ئي پنهنجي ڪم لاءِ جنهن کي چاهي ٿو) چونڊي ٿو ۽ اها چونڊ انهن ماڻهن جي ڪرڻ جو ڪم نہ آهي. الله پاڪ ۽ نهايت بالا ۽ برتر آهي، ان شرڪ کان جيڪو اهي ڪن ٿا.“

3- الله تعاليٰ جي مشيت (مرضي) اڻ ٽر ۽ محڪم (مضبوط) آهي:

الله تعاليٰ جي مشيت اڻ ٽر ۽ مضبوط آهي. ڪائنات جي ذري ذري تي ان جي مرضي هلي ٿي.

اِنَّ اللّٰهَ يَفْعَلُ مَا يَشَآءُ. (الحج: 18)

”بيشڪ الله جيڪي چاهي ٿو، اهو ڪري ٿو ڇڏي.“

وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ. (الدهر:30)

”۽ توهان جي چاهڻ سان ڪجهہ نٿو ٿي سگهي، جيستائين الله نہ چاهي.“

4- الله جي ارادي جي سامهون ڪنهن جو وس نٿو هلي:

الله جنهن کي وٽيس، ان کي آزمائش ۾ مبتلا ڪري. ان جي ارادي جي سامهون ڪنهن جو وس نٿو هلي.

وَمَنْ يُّرِدِ اللّٰهُ فِتْنَتَهٗ فَلَنْ تَمْلِكَ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ شَيْـًٔا ۗ (المائدة:41)

”جنهن کي الله فتني ۾ وجهڻ جو ارادو ڪيو هجي، ان شخص کي الله جي پڪڙ کان اوهان ڪجهہ نٿا ڪري سگهو.“

5- الله تعاليٰ جو ارادو بہ اٽڪر ۽ مضبوط هوندو آهي:

الله تعاليٰ جو هر ارادو بہ اٽڪر ۽ مظبوط آهي. پنهنجي ارادي کي نافذ ڪرڻ ۾، ان جي سامهون ڪا رڪاوٽ نہ هوندي آهي.

فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ (البروج: 16)

”جيڪو به ارادو ڪندو آهي، پورو ڪندو آهي.“

اِنَّمَآ اَمْرُهٗٓ اِذَآ اَرَادَ شَيْئًا اَنْ يَّقُوْلَ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ○ (يٰسٓ: 82)

”الله جڏهن ڪنهن شيءِ جو ارادو ڪندو آهي ته ان جو ڪم بي هي آهي ته ان کي حڪم ڏي ته ”ٿي وڃ“ پوءِ اهو ٿي پوندو آهي.“

قُلْ فَمَنْ يَّمْلِكُ لَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ شَيْئًا اِنْ اَرَادَ بِكُمْ ضَرًّا اَوْ اَرَادَ بِكُمْ نَفْعًا ط (الفتح:11)

”(اي رسول ﷺ!) چئو ڪير توهان جي معاملي ۾ الله جي فيصلي کي روڪڻ جو ڪجهه به اختيار رکي ٿو؟ توڙي هو توهان کي نقصان ڏيڻ جو ارادو ڪري يا فائدي پهچائڻ جو ارادو ڪري.“

## 6- سيني ڪمن جي تدبير ڪرڻ وارو صرف الله تعاليٰ آهي:

الله تعاليٰ هر شيءِ جي تدبير ڪندو آهي، هو مُدَبِّرُ آهي.

يُدَبِّرُ الْاَمْرَ مِنَ السَّمَآءِ اِلَى الْاَرْضِ (السجده:5)

”الله ئي آسمان کان زمين تائين هر ڪم جي تدبير ڪندو آهي.“

## 7- عزت ۽ ذلت الله تعاليٰ ئي ڏئي ٿو:

عزت ۽ ذلت جو اختيار به رڳو الله تعاليٰ وٽ آهي، ٻيءَ ڪنهن مخلوق وٽ نه آهي.

وَمَنْ يُّهِنِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ مُّكْرِمٍ ط (الحج: 18)

”جنهن شخص کي الله ذليل ڪري، ان کي عزت ڏيڻ وارو ڪوبه ڪونهي.“

اَيَبْتَغُوْنَ عِنْدَهُمُ الْعِزَّةَ فَاِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ○ ط (النساء: 139)

”ڇا اهي ڪافرن وٽ عزت تلاش ڪن ٿا؟ (انهن کي اتي عزت ڪيئن

ملي سگهي ٿي؟) چوته سيني عزتن جو مالڪ ته الله آهي.“

## 8- الله تعاليٰ ڪنهن جي سامهون جوابده نه آهي، سڀ ماڻهو ان جي اڳيان جوابده آهن:

الله تعاليٰ ڪان وڏي ڪا هستي ڪانهي جو هو ان جي اڳيان جواب لاءِ مجبور هجي. ان جي ابتڙ دنيا جي ساري مخلوق ڪان الله تعاليٰ وڏو آهي، ان ڪري سموري مخلوق الله جي سامهون جوابده آهي. قرآن چوي ٿو:

لَا يُسْـَٔلُ عَمَّا يَفْعَلُ وَهُمْ يُسْـَٔلُوْنَ ○ (الانبياء:23)

”هو پنهنجي ڪمن بابت ڪنهن جي اڳيان جوابده نه آهي ۽ ٻيا سڀ جوابده آهن.“

## 9- الله تعاليٰ جا فيصلا نافذ ٿين ٿا، انهن کي ڪو بدلائي نٿو سگهي:

مخلوق الله جي سامهون بي اختيار آهي. الله جي فيصلي جي برخلاف ٻي ڪا مخلوق فيصلو نٿي ڪري سگهي، پوءِ اهو فيصلو عذاب جو هجي يا رحمت جو. قرآن چوي ٿو:

مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ فَلَا مُمْسِكَ لَهَا ۚ

”الله جنهن رحمت جو دروازو ماڻهن لاءِ کولي، ان کي روڪڻ وارو ڪوبه نه آهي

وَمَا يُمْسِكْ ۙ فَلَا مُرْسِلَ لَهٗ مِنْ بَعْدِهٖ ۭ

۽ جنهن کي بند ڪري، ان کي الله کان پوءِ ٻيو ڪو کولڻ وارو ڪونهي.

وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ○ (فاطر:2)

هو زبردست ۽ حڪمت وارو آهي.“

## 10- الله جي فيصلي تي ڪوبہ نظر ثاني ڪرڻ وارو ڪونهي:

الله جو فيصلو، آخري عدالت جو فيصلو آهي، الله جي عدالت کان مٿي ٻي عدالت ڪانهي.

وَاللّٰهُ يَحْكُمُ لَا مُعَقِّبَ لِحُكْمِهٖ ؕ (الرعد:41)

”الله تعاليٰ فيصلو ڪري ٿو، ڪوبہ اُن جي فيصلي تي نظر ثاني ڪرڻ وارو نہ آهي.“

## 11- ڪارساز ۽ بگڙي بنائڻ وارو، رڳو الله تعاليٰ ئي آهي:

ڪارساز ۽ بگڙي بنائڻ وارو الله تعاليٰ نصير آهي، مدد ڪرڻ ان جي صفت آهي، فاطر يعني خالق آهي.

قُلْ اَغَيْرَ اللّٰهِ اَتَّخِذُ وَلِيًّا فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (الانعام:14)

”اي رسول ﷺ! انهن کان پُڇ تہ ڇا زمين ۽ آسمان جي پيدا ڪرڻ واري کان علاوه ڪنهن ٻئي کي وَلِي يعني ڪارساز بنايان؟“

مَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ۝ (الشوريٰ:31)

”الله جي مقابلي ۾ توهان جو ڪو حامي ۽ ناصر نہ آهي.“

## 12- الله تعاليٰ اهڙو وڪيل (ڪارساز) آهي، جنهن جي حوالي سمورا معاملا ڪيا وڃن:

الله تعاليٰ وڪيل آهي، يعني اعتماد جهڙو محافظ آهي. ان تي ئي توڪّل ۽ ڀروسو ڪيو ويندو آهي.

وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ۝ (الاحزاب:3)

”۽ الله تعاليٰ ئي وڪيل يعني ڪارساز هئڻ لاءِ ڪافي آهي.“

لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ فَاتَّخِذْهُ وَكِيْلًا○ (المزمل:9)

"الله کان سواءِ ڪوبہ اِلٰہ ڪونهي، پوءِ رڳو ان کي وڪيل يعني ڪارساز بنايو."

## 13- الله تعاليٰ ئي نافع ۽ ضار آهي:

نافعِ پهچائيندڙ ۽ ضار نقصان پهچائيندڙ کي چوندا آهن.

ڪي ماڻهو تارن ۽ انهن جي گردش کي نافع ۽ نقصان پهچائيندڙ سمجهندا آهن. اهو بہ شرڪ في الاختيار آهي. اسان جو نئون نسل هاڻي اخبارن ۾ روزانو تارن جو زائچو ڏسڻ لڳا آهن. هندستان جا ٽي وي تہ روزانو پنهنجي ڏسڻ وارن کي ٻڌائيندا تہ جيڪڏهن اوهان جو ستارو فلاڻو آهي تہ اوهان جو ڏينهن سنو گذرندو. جيڪڏهن ستارو فلاڻو اٿو تہ ڏينهن منحوس ٿيندو. اقبال چيو:

بتن کان اٿوَ اميد، خدا کان نااميدي

مون کي ٻڌاءِ تہ سهي تہ پوءِ ڪافري ڇا آهي؟

هڪ مسلمان رڳو الله کي ئي نافع ۽ ضار سمجهندو آهي. تفصيل ايندڙ باب ۾ موجود آهي.

## 14- الله کان سواءِ ٻيو ڪو حَڪَم نہ آهي، اهو ئي عذاب جو فيصلو ڪندو:

الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ حَڪَم (جج) ۽ قاضي نہ آهي. اهو ئي فيصلا ڪندو آهي. قرآن صاف فرمائي ٿو:

اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ يَقُصُّ الْحَقَّ وَهُوَ خَيْرُ الْفٰصِلِيْنَ○

"(عذاب جي) فيصلن (حُڪُم) جو اختيار ان کي ئي آهي، اهو ئي حق جو بيان ڪري ٿو ۽ اهو ئي بهترين فيصلا ڪندڙ آهي."

قُلْ لَّوْ اَنَّ عِنْدِیْ مَا تَسْتَعْجِلُوْنَ بِهٖ لَقُضِیَ الْاَمْرُ بَیْنِیْ

چؤ! جيڪڏهن اها شيءِ (يعني عذاب) منهنجي اختيار ۾ هجي ها، جنهن لاءِ اوهان جلدي ڪري رهيا آهيو ته منهنجي ۽ اوهان جي وچ ۾ گهڻو اڳ فيصلو ٿي وڃي ها.

وَبَیْنَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ اَعْلَمُ بِالظّٰلِمِیْنَ ○ (الانعام: 58-57)

پر الله وڌيڪ بهتر ڄاڻي ٿو ته ظالمن سان ڪهڙو معاملو ڪيو وڃي؟"

15- جيڪڏهن الله ساري دنيا جي انسانن کي هلاڪ ڪري ته ڪو به بچائي نٿو سگهي:

قُلْ فَمَنْ یَّمْلِكُ مِنَ اللّٰهِ شَیْـًٔا اِنْ اَرَادَ اَنْ یُّهْلِكَ الْمَسِیْحَ ابْنَ مَرْیَمَ وَاُمَّهٗ وَمَنْ فِی الْاَرْضِ جَمِیْعًا ؕ (المائدة:17)

"اي نبي ﷺ!) کين چؤ جيڪڏهن مسيح ابن مريم، ان جي والده (حضرت مريم) ۽ سڀني زمين وارن کي هلاڪ ڪرڻ جو ارادو ڪري ته ڪنهن جي مجال آهي جو ان کي ان جي ارادي کان باز رکي سگهي؟"

هيءَ آيت عيسائين جي غُلو جي سلسلي ۾ آئي آهي. اهي حضرت عيسيٰؑ ۽ حضرت مريمؑ کي بااختيار سمجهندا آهن. ان آيت ۾ انهن جي ان باطل عقيدي کي رد ڪيو ويو آهي.

- علم، قوت ۽ اختيار جو پاڻ ۾ تعلق:

جنهن وٽ جيترو علم هوندو، ان وٽ اوتري طاقت هوندي. (Knowledge is power). الله تعاليٰ وٽ جيئن ته مڪمل علم آهي، ان ڪري ان وٽ مڪمل اختيار به آهن. الله تعاليٰ "بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِیْمٌ" به آهي ۽ "عَلٰی كُلِّ شَیْءٍ قَدِیْرٌ" به آهي.

# توحيد في الاختيار جو ثَتُ

1- الله تعاليٰ ئي كامل اختيار ركي ٿو. اهڙا كامل اختيار، جيكي كنهن ٻئي وٽ نه آهن. الله تعاليٰ جي كامل اختيارن جي عقيدي کي "توحيد في الاختيار" چئجي ٿو.

2- الله تعاليٰ كنهن مخلوق جي سامهون جوابده نه آهي، بلك ساري مخلوق الله جي سامهون جوابده آهي. (الانبياء:23)

3- ان جا فيصلا نافذ ٿيندا، ٻي كا هستي ان جي فيصلن کي رد كري نٿي سگهي. (فاطر:2)

4- الله جي ارادي، مرضي ۽ مشيت جي سامهون كنهن ٻيءَ هستيءَ جو وس نٿو هلي سگهي.

5- جيكڏهن الله ساري دنيا کي هلاك كرڻ گهري ته ٻي كا هستي ان کي ان جي ارادي کان باز نٿي ركي سگهي. (المائده:17)

6- الله تعاليٰ جيكو چاهي ٿو، كري ٿو.

7- كنهن شيءِ کي كرڻ لاءِ ۽ وجود ۾ آڻڻ لاءِ ان کي رڳو "كُنْ" (ٿي پؤ) چوڻو پوي ٿو ته اها ٿي پوي ٿي،

8- الله تعاليٰ جي مرضي نافذ ٿيڻ ۾ كا به ركاوٽ، عاجزي، مجبوري ۽ بي وسي نه آهي.

9- جيكڏهن كنهن ٻيءَ هستيءَ جي باري ۾ اهڙو عقيدو هجي ته اها به كامل اختيار ركي ٿي ته پوءِ اهڙو عقيدو شرك في الاختيار چيو ويندو.

## سوال

1- توحيدِ اختيار جي وصف بيان كيو.

2- انسانن ۽ الله جي اختيارن جي فرق کي، قرآني آيتن جي حوالي سان هك چارٽ ۾ واضح كيو.

3- اسان جي معاشري ۾ شرك في الاختيار جون كهڙيون صورتون موجود آهن؟ ٻه ٽي مثال بيان كيو.

4- معاشري ۾ توحيدِ اختيار کي عام كرڻ لاءِ اسان ڇا ڇا كري سگهون؟

# نفعي ۽ نقصان جي باري ۾ توحيد

## نفعي ۽ نقصان پهچائڻ وارو رڳو الله تعاليٰ آهي

”توحيد نفع و ضرر“ اصل ۾ توحيد اختيار جو ئي هڪ قسم آهي، جيئن تہ قرآن ان باري ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي، ان ڪري ان جو ذڪر عليحده بيان ڪجي ٿو. فائدو ۽ نقصان، عزت ۽ ذلت، تنگي ۽ خوشحالي، صحت ۽ بيماري، زندگي ۽ موت ۽ ان طرح جون سڀ شيون الله تعاليٰ جي ئي هٿ ۾ آهن، مخلوق ڪيتري بہ اعليٰ درجي جي هجي، اها نفع، نقصان جي مالڪ ناهي. مسلمان لاءِ اهو عقيدو ضروري آهي.

### 1- عزت ۽ ذلت تي الله ئي قادر آهي:

قرآن مجيد ۾ خود رسول الله ﷺ جي زبان مبارڪ سان چورايو ويو تہ الله تعاليٰ اهڙو مالڪ الملڪ آهي، يعني اهڙي بادشاهت جو مالڪ آهي جو هر قسم جا اختيار رکي ٿو. بادشاهي عطا ڪري ٿو، ڪسي ٿو، عزت بہ عطا ڪري سگهي ٿو، ذليل بہ ڪري سگهي ٿو.

قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَآءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَآءُ

”(اي رسول ﷺ) چئو تہ اي الله! اي بادشاهت جا مالڪ! تون جنهن کي چاهين بادشاهت ڏين ٿو ۽ جنهن کان چاهين بادشاهت کسي وٺين ٿو

وَتُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ ط

۽ تون جنهن کي وڻيئي عزت ڏين ۽ جنهن کي چاهين ذليل ڪرين.

بِيَدِكَ الْخَيْرُ ؕ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ○ (آل عمران:26)

هر طرح جي ڀلائي تنهنجي هٿ ۾ آهي. بيشڪ تون هر شيءِ تي وس وارو آهين."

## 2- جڏهن الله فائدي يا نقصان جو فيصلو ڪري ته ٻيو ڪو ان کي بدلائي نٿو سگهي:

سورة الانعام جي هيٺ ڏنل آيت ۾ کولي ٻڌايو ويو آهي ته نقصان ۾ مبتلا ڪرڻ وارو به الله تعاليٰ ئي هوندو آهي ۽ ان کي هٽائڻ وارو به اهوئي آهي. ٻيا ماڻهو بي وس ۽ بي اختيار آهن.

وَاِنْ يَّمْسَسْكَ اللّٰهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهٗٓ اِلَّا هُوَ ؕ

"جيڪڏهن الله تعاليٰ اوهان کي ڀلائي پهچائڻ چاهي ته هو هر شيءِ تي قادر آهي ۽ جيڪڏهن نقصان ۾ مبتلا ڪري ته ان کي هٽائڻ وارو به الله کان سواءِ ڪو ڪونهي.

وَاِنْ يَّمْسَسْكَ بِخَيْرٍ فَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ○ (الانعام-17)

۽ جيڪڏهن الله اوهان کي چڱائي (نفعو) پهچائڻ چاهي ته هو هر شيءِ تي وس وارو آهي."

يعني ڀلائي اهو پهچائي سگهي ٿو جيڪو هر شيءِ تي قادر هجي ۽ جيئن ته الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو قادر ناهي ان ڪري الله کان سواءِ ڪو ڀلائي (نفع، فائدو) نٿو پهچائي سگهي.

## 3- الله کي ڇڏي ٻين کي اولياء (ڪارساز) بنائڻ وارا مشرڪ پنهنجي غلط ڪمن جي تاويل هيئن ڪن ٿا ته اسان الله جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي پوڄا ڪندا آهيون:

مڪي جا مشرڪ پنهنجي بتن جي باري ۾ هي عقيدو رکندا هئا ته "اهي

عام انسانن کي الله جي قريب ڪري سگھن ٿا. اهي بت اصل ۾ نيڪ
انسانن جي نمائندگي ڪن ٿا. جڏهن اسان انهن بتن جي پوڄا ڪندا
آهيون تہ انهن مري ويل ماڻهن جا روح خوش ٿي اسان کي الله جي
قريب ڪندا. اهي روح اثر وارا آهن، اختيار جا صاحب آهن، ولي آهن،
ڪارساز آهن، ان ڪري انهن جي عبادت ضروري آهي.“ قرآن چوي ٿو:

وَالَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَاۗءَ ۘ مَا نَعْبُدُهُمْ اِلَّا لِيُقَرِّبُوْنَآ اِلَى اللّٰهِ زُلْفٰى ۭ (زمر-3)

”۽ جن ماڻهن الله کان سواءِ (ٻيا اولياء) ڪارساز بنائي رکيا آهن، اهي
چون ٿا: اسان تہ انهن جي عبادت رڳو هن ڪري ٿا ڪيون تہ هي (اولياء)
اسان کي الله جي ويجهو ڪن ٿا. (حالانڪ اهي اهڙو اختيار نٿا رکن.
انهن جو عقيدو هي هوندو آهي تہ اهي اولياء اسان کي نفع بہ پهچائي
سگھن ٿا ۽ نقصان بہ).“

## 4- اولياء بہ فائدي يا نقصان جو اختيار نٿا رکن:

جن کي ماڻهو ولي سمجهن ٿا. انهن جي باري ۾ قرآن چوي ٿو تہ اهي
ڪو اختيار نٿا رکن:

قُلْ مَنْ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ قُلِ اللّٰهُ ۭ

”اي رسول الله ﷺ!) پڇين تہ آسمانن ۽ زمين جو مالڪ (رب) ڪير
آهي؟ ٻڌائيندا تہ الله!

قُلْ اَفَاتَّخَذْتُمْ مِّنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَاۗءَ

چئو تہ جڏهن هر شيءِ جو مالڪ الله آهي تہ پوءِ اوهان الله کان سواءِ ٻين
کي ڪارساز (اولياء) ڇو بنائي رکيو آهي؟

لَا يَمْلِكُوْنَ لِاَنْفُسِهِمْ نَفْعًا وَّلَا ضَرًّا ۭ

بلڪ انهن اوليائن جو حال تہ هي آهي جو اهي تہ پنهنجي نفعي ۽ نقصان جو بہ اختيار نٿا رکن.

قُلْ هَلْ يَسْتَوِى الْأَعْمٰى وَالْبَصِيرُ ۙ أَمْ هَلْ تَسْتَوِى الظُّلُمٰتُ وَالنُّورُ ۚ

ڇا انڌو ۽ اکين وارو برابر ٿي سگهن ٿا؟ ڇا اونده ۽ روشنائي برابر آهن؟

أَمْ جَعَلُوا لِلّٰهِ شُرَكَآءَ خَلَقُوا كَخَلْقِهٖ فَتَشَابَهَ الْخَلْقُ عَلَيْهِمْ ۚ

ڇا انهن اهڙا شريڪ بنائي رکيا آهن، جن الله جي مخلوق جهڙي ڪا مخلوق ٺاهي آهي، ۽ اهڙي طرح انهن مشرڪن تي ان مخلوق (الله سان) ڪا مشابهت پيدا ڪئي آهي؟

قُلِ اللّٰهُ خَالِقُ كُلِّ شَىْءٍ وَّهُوَ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ○ (الرعد-16)

(اي رسول الله ﷺ!) اوهان چئو تہ الله ئي هر شيءِ جو خالق آهي ۽ هو اڪيلو ئي غالب آهي.“

(ان آيت ۾ مشرڪن جي باطل معبودن کي انڌو ۽ اونده چيو ويو آهي)

1. سورة الرعد جي هن 16 آيت مان هي ڳالهيون معلوم ٿيون:

a- الله تعاليٰ ئي زمين ۽ آسمان جو نظام هلائي رهيو آهي، ان جي ئي ربوبيت آهي.

b- الله تعاليٰ جهڙي با اختيار هستيءَ کي ڇڏي ٻين کي اولياء (ڪارساز) بنائڻ بيوقوفي آهي.

c- هي فرضي خدا ۽ اولياء فائدي ۽ نقصان جو ڪو اختيار نٿا رکن، جڏهن تہ الله ئي سمورو اختيار رکي ٿو.

d- وري سوال ڪيو ويو تہ ڇا انڌو ۽ اکين وارو برابر ٿي سگهن ٿا؟ هتي غيرالله کي انڌي جي مثال چيو ويو جڏهن تہ الله تعاليٰ بصير آهي.

e- وري سوال ڪيو ويو تہ ڇا اونده ۽ روشني برابر آهن؟ هتي غيرالله،

مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ معبودن کي الظلمات چيو ويو جڏهن تہ اللہ تعاليٰ النور آهي.

f- وري هي عقلي سوال کيو ويو تہ ڇا ڪا بہ مخلوق خلقڻ جو اختيار رکي ٿي، جنهن جي ڪري انهن نادانن کي ڪنهن قسم جي مشابهت جو شڪ پيدا ٿي ويو آهي؟ جڏهن تہ هر شيءِ جو خالق خدائي آهي.

g- پوءِ آخر ۾ اها وضاحت ڪئي وئي آهي تہ اللہ واحد بہ آهي ۽ قهار (غالب) بہ آهي.

## 5- فائدي يا نقصان کان عاجز ماڻهن کي پڪارڻ نهايت وڏي گمراهي آهي:

سورة الحج ۾ "مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ" کان دعا گهرڻ وارن کي صاف صاف ٻڌايو ويو آهي تہ اهي اهڙين بي اختيار ۽ بيوس هستين جي عبادت ڪري رهيا آهن ۽ انهن جي آڏو دعا لاءِ هٿ ڪٽي بيٺا آهن، جن کي نفعي يا نقصان جو ڪو اختيار ڪونهي. هيءَ اهڙي اعتقادي گمراهي آهي جنهن سان انسان تمام پري ڀٽڪي وڃي ٿو. فرمايو ويو:

يَدۡعُوۡا مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مَا لَا يَضُرُّهٗ وَمَا لَا يَنۡفَعُهٗ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الضَّلٰلُ الۡبَعِيۡدُ ۚ ○

(الحج-12)

"هي (مشرڪ) اللہ کان سواءِ اهڙي هستيءَ کي ٿو پڪاري جا ڪيس نہ نقصان پهچائي ٿي سگهي نہ فائدو. اها نهايت پري جي گمراهي آهي."

## 6- غير اللہ (مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ) بہ فائدي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن:

اهوئي مضمون سورة المائده ۾ سوال جي شڪل ۾ رکيو ويو. انهن کان پڇيو ويو تہ ڇا اوهان اهڙين هستين جي عبادت ڪرڻ ٿا چاهيو، جيڪي ڪنهن بہ قسم جي نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿيون رکن. جيڪي پوڙهيون آهن، ٻڌي نٿيون سگهن ۽ جيڪي بي خبر بہ آهن. ان جي بدران اللہ تعاليٰ سميع آهي، ٻڌي ٿو ۽ عليم بہ آهي، مڪمل علم بہ رکي ٿو.

قُلْ اَتَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا ؕ وَاللّٰهُ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ○ (المائده-26)

”اي رسول الله ﷺ) پڇين ته اوهان الله کان سواءِ اهڙن (مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ) جي عبادت ڪيو ٿا. جيڪي اوهان جي نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن؟ حالانڪ الله ئي ٻڌڻ ۽ ڄاڻڻ وارو آهي.“

7- آلهة (ڪوڙا خدا) به نفعي نقصان، زندگي، موت ۽ ٻيهر جيارڻ جو اختيار نٿا رکن:

وَاتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً لَّا يَخْلُقُوْنَ شَيْئًا

”۽ ماڻهن الله کان سواءِ ٻيا معبود (آلهة) بنائي رکيا آهن، جيڪي ڪا شيءِ پيدا ڪري نٿا سگهن،

وَّهُمْ يُخْلَقُوْنَ وَلَا يَمْلِكُوْنَ لِاَنْفُسِهِمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا

بلڪ اهي پاڻ پيدا ڪيا ويا آهن ۽ اهي ته پنهنجي نفعي ۽ نقصان جا به مالڪ نه آهن. (ٻين کي ڇا خاڪ فائدو پهچائي سگهندا)

وَّلَا يَمْلِكُوْنَ مَوْتًا وَّلَا حَيٰوةً وَّلَا نُشُوْرًا ○ (الفرقان-3)

۽ نه اهي ماڻهو پنهنجي موت ۽ زندگيءَ جو اختيار رکن ٿا، نه وري ٻيهر اٿي کڙو ٿيڻ جو.“

2. هن آيت مان هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

a. آلهه- جن کي اولياء بنايو ويو آهي، خالق نه آهن، مخلوق آهن، بلڪ الله تعاليٰ ئي خالق آهي.

b. آلهه- جن کي اولياء بنايو ويو آهي، نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن، الله وٽ سڀ اختيار آهن.

c. آلهه- جن کي اولياء بنايو ويو آهي، زندگي ۽ موت جو اختيار نٿا

رکن، الله اھڙا اختيار رکي ٿو.

d. آلھه- جن کي اولياء بنايو ويو آھي، قيامت ۽ موت کان پوءِ پيھر زندگي جو اختيار نه ٿا رکن، جڏھن ته الله تعاليٰ اھي سمورا اختيار رکي ٿو.

## 8- رسول الله ﷺ جن به نفع ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن:

قرآن مجيد ۾ خود نبي کريم ﷺ جن جي زبان مبارڪ مان اعلان ڪرايو ويو ته رسول الله ﷺ جن به نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن.

قرآن چوي ٿو:

قُل لَّآ اَملِكُ لِنَفسِى نَفعًا وَّلَا ضَرًّا اِلَّا مَا شَآءَ اللّٰهُ ط (الاعراف-188)

"اي رسول الله ﷺ! تون چؤ ته مون کي پنھنجي نفعي ۽ نقصان جو به اختيار ناھي پر جيڪو الله چاھي."

## 9- فائدو ۽ نقصان ٻئي الله جي ئي طرفان ھوندا آھن، رسول الله ﷺ جن جي طرفان نه ھوندا آھن:

ڪي ماڻھو فائدي کي الله جي طرفان سمجھندا آھن ۽ شڪست ۽ نقصان کي رسول الله ﷺ طرفان. قرآن اھڙن ماڻھن کي تنبيه ڪئي ۽ صاف ٻڌايو ته اھي سڀ شيون الله جي طرفان ٿينديون آھن.

وَاِن تُصِبهُم حَسَنَةٌ يَّقُولُوا هٰذِهٖ مِن عِندِ اللّٰهِ ج وَاِن تُصِبهُم سَيِّئَةٌ يَّقُولُوا هٰذِهٖ مِن عِندِكَ ط

"جيڪڏھن انھن ماڻھن کي ڪو فائدو پھچي ٿو ته چون ٿا ته اھو الله جي طرف کان آھي ۽ ڪو نقصان پھچين ٿو ته چون ٿا ھي تنھنجي (نبي ڪريم ﷺ) جي طرف کان آھي.

قُل كُلٌّ مِّن عِندِ اللّٰهِ ط (النساء:78)

تون چوين منهنجي طرف ڪان ڪجهہ نہ آهي. ڀلائي هجي يا نقصان، سڀ الله جي طرفان آهي."

10- رسول الله ﷺ جن نہ تہ فائدي يا نقصان جو اختيار رکندا هئا، نہ وري غيرالله کي پڪاريندا هئا:

سورة الجن ۾ بہ رسول الله ﷺ جن جي زبان مبارڪ مان چوايو ويو تہ رسول الله ﷺ پاڻ بہ رڳو الله تعاليٰ ڪان دعا گهرندا هئا، نفعي ۽ نقصان جو ڪو اختيار نہ رکندا هئا، هدايت ۽ گمراهيءَ جو بہ ڪو اختيار نہ رکندا هئا.

قُلْ اِنَّمَآ اَدْعُوْا رَبِّيْ وَلَآ اُشْرِكُ بِهٖٓ اَحَدًا ۝ (الجن:20)

"اي رسول الله ﷺ) چئو تہ آئون رڳو الله ڪان دعا گهرندو آهيان ۽ (ٻئي ڪنهن کي پڪاري) ان سان شريڪ نہ ڪندو آهيان.

قُلْ اِنِّيْ لَآ اَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَّلَا رَشَدًا ۝ (الجن:21)

تون چئو تہ مان رسول هوندي بہ اوهان جي نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿو رکان."

11- غيرالله جي عبادت، انهن کي شفيع (سفارشي) ۽ نفعي نقصان جو مالڪ سمجهي ڪئي ويندي آهي:

سورة يونس ۾ مکي جي مشرڪن جي خدا ڪان سواءِ ٻين جي عبادت جي سببن تي روشني وڌي وئي آهي. ٻڌايو ويو آهي تہ انهن خيالي بزرگن کي الله تعاليٰ وٽ سفارش ڪندڙ سمجهي سندن پوڄا ڪئي ويندي هئي. جڏهن تہ شفاعت، سفارش، معافي ۽ درگذر ڪرڻ جا سمورا اختيار بہ الله تعاليٰ جي هٿ وس آهن.

وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَضُرُّهُمْ وَلَا يَنْفَعُهُمْ

"۽ اهي اهڙن ماڻهن جي عبادت ٿا ڪن، جيڪي نہ انهن کي نفعو پهچائي سگهن ٿا نہ نقصان،

وَيَقُولُونَ هَٰؤُلَاءِ شُفَعَاؤُنَا عِندَ اللَّهِ ۚ

۽ چون ٿا تہ هي الله وٽ اسان جا سفارشي آهن.

قُلْ أَتُنَبِّئُونَ اللَّهَ بِمَا لَا يَعْلَمُ فِي السَّمَاوَاتِ وَلَا فِي الْأَرْضِ ۚ

انهن کي چئي ڇڏ تہ ڇا اوهان الله کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائڻ چاهيو ٿا، جن کي هو نہ آسمان ۾ ڄاڻي ٿو نہ زمين ۾."

(يعني اها اهڙي ڳالهہ آهي جنهن جو ڪو وجود ڪونهي. سفارشي مڃي انهن جي عبادت ڪرڻ بہ شرڪ آهي).

سُبْحَانَهُ وَتَعَالَىٰ عَمَّا يُشْرِكُونَ ۝ (يونس-18)

"الله انهن جي شرڪ کان پاڪ ۽ نهايت مٿي آهي."

## 12- ستارا نفع ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن:

پراڻي زماني کان ستارن جي باري ۾ ماڻهن جو هي عقيدو رهيو آهي تہ اهي انسان جي همت جو فيصلو ٿا ڪن. مڪي جا ڪي مشرڪ هي عقيدو رکندا هئا تہ ستارن جي برڪت سان بارش ٿيندي آهي. ماڻهو وڏي شوق سان ستارن جو علم حاصل ڪندا هئا. جنهن کي نجوم جو علم (Astrology) چيو وڃي ٿو. بخاري ۽ مسلم جي هڪ متفق عليه حديث ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن صلح حديبيہ جي موقعي تي فجر جي نماز کان پوءِ نمازين کي خطاب فرمايو: رات جڏهن بارش ٿي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "ڪجهہ ماڻهو مؤمن ٿيا ڪجهہ ڪافر." جيڪي اهو عقيدو رکن ٿا تہ الله جي فضل ۽ رحمت سان بارش ٿي اهي الله جا مؤمن ۽ ستارن جا منڪر آهن ۽ جيڪي ماڻهو اهو عقيدو رکن ٿا تہ

ڦلاڻي ستاري جي ڪري بارش ٿي آهي، اهي الله جا ڪافر ۽ منڪر آهن ۽ ستارن تي ايمان رکن ٿا.“

ان صحيح حديث مان معلوم ٿيو ته ستارن کي نفعو يا نقصان ڏيڻ وارو سمجهڻ ڪفر آهي. ستارا ڪو اختيار نٿا رکن، اهي الله جي مخلوق آهن. الله تعاليٰ ئي خالق آهي ۽ سمورا اختيار رکي ٿو.

## 13- نجوم جو علم حاصل ڪرڻ حرام آهي:

سنن ابي دائود ۽ سنن ابن ماجه ۾ حضرت عباس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

مَنِ اقْتَبَسَ عِلْمًا مِنَ النُّجُومِ اقْتَبَسَ شُعْبَةً مِّنَ السِّحْرِ زَادَ مَا زَادَهُ.

”جنهن ستارن جو علم (نجوم) حاصل ڪيو ان جادوءَ جو هڪ حصو سکيو. جيتري قدر نجوم جو علم سکندو اوترو وڌيڪ جادوءَ ۾ مبتلا ٿيندو.“ (ابو دائود، حديث 3905)

جادو سکڻ حرام آهي. بخاري جي حديث ۾ جادوءَ کي هلاڪ ڪندڙ شين ۾ شامل ڪيو ويو آهي. (صحيح بخاري، حديث 5764)

## 14- ستارن جو ٽٽڻ:

مڪي جا مشرڪ اهو عقيدو به رکندا هئا ته جيڪڏهن ڪو ستارو ٽٽي يا ڪِري ته ان جو مطلب هي آهي ته اڄ رات يا ته ڪو وڏو انسان پيدا ٿيو آهي، يا ڪو وڏو انسان وفات ڪري ويو آهي. رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو:

فَإِنَّهُمْ لَا يُرْمٰى بِهٖ لِمَوْتِ اَحَدٍ وَّلَا لِحَيَاتِهٖ. (صحيح مسلم)

”ڪنهن جي جي پيدائش يا موت تي ستارا نه ٽٽندا آهن.“

ان حديث مان به معلوم ٿيو ته انسان جي قسمت جو ستارن يا علم نجوم سان ڪو تعلق ڪونهي.

## 15- ستارن جي زائچي (Horoscope) تي يقين رکڻ ڪفر آهي:

هورو سڪوپ مان مراد ستارن جو اهو زائچو آهي، جنهن ۾ مختلف ستارن جي پوزيشن جو نقشو ٿاهي، ڪنهن انسان جي ڄمڻ جي تاريخ سان جوڙي ان انسان جو مستقبل معلوم ڪندا آهن. اهو علم سکڻ ۽ ان تي يقين ڪرڻ حرام آهي. ان علم جي روشنيءَ ۾ ڪي ڏينهن مبارڪ سمجهڻ ۽ ڪي منحوس سمجهڻ جائز نہ آهي. نجوميءَ وٽ وڃڻ بہ جائز نہ آهي.

## توحيد نفع ۽ نقصان جو تتُ

1- ”الله تعاليٰ بادشاهن جو بادشاهه آهي. نفعو ۽ نقصان، عزت ۽ ذلت مڪمل طور ان جي هٿ ۾ آهي.“ (آل عمران:26)

2- ”الله تعاليٰ کان سواءِ ڪا ٻي هستي يا مخلوق نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿي رکي.“ (الانعام:17)

3- ”اولياء الله بہ نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن.“ (الرعد:16)

4- ڪوڙا معبود (آلهة) بہ نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن. (الفرقان:3)

5- ”غيرالله ۽ ”من دون الله“ بہ نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن. انهن جي عبادت حرام آهي.“ (المائده:70)

6- ”رسول الله ﷺ بہ نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن.“ (الاعراف:180)

7- ”ستارا بہ نفعي ۽ نقصان جو اختيار نٿا رکن. ستارن جي برڪت تي ايمان آڻيندڙ ڪافر ٿي وڃن ٿا.“ (بخاري ۽ مسلم)

8- نجوم جو علم جادوءَ جو هڪ قسم آهي. جادو سکڻ بہ حرام آهي ۽ نجوم جو علم سکڻ بہ حرام آهي.

9- ستارن جي ٽٽڻ يا ڪِرڻ جو اهو مطلب ناهي تہ ان رات ڪو وڏو ماڻهو

پيدا ٿيو يا فوت ٿيو آهي.
(صحيح بخاري)

10- ستارن جو زائچو(Horoscope) تاهڻ ۽ ان کي ڪنهن انسان جي ڄم جي تاريخ سان ملائڻ ۽ پوءِ ان شخص جي مستقبل جي باري ۾ ٻڌائڻ به حرام آهي.

11- "الله کان سواءِ ٻين کي نفعو يا نقصان ڏيندڙ سمجهي پڪارڻ ۽ انهن کان دعائون گهرڻ وڏي گمراهي آهي." (الحج:12)

12- غيرالله شفاعت يا سفارش جو اختيار نٿا رکن. (يونس:18)
شفاعت به الله جي مرضي ۽ اختيار جو نالو آهي. (الزمر:44)

13- سموري مخلوق بي اختيار آهي، الله ئي بااختيار آهي. نفعو، نقصان سڀ ان جي هٿ ۾ آهي. (النساء:78)

## سوال

1- آلهة، غير الله، اولياء ۽ من دون الله جي قرآني اصطلاحن جي وضاحت ڪيو.

2- من دون الله جي عبادت ڇو ڪئي ويندي آهي؟

3- توحيد جي عقيدي کي عوام ۾ مقبول ڪرڻ لاءِ اوهان وٽ ڪهڙو دعوتي پروگرام آهي؟

## عبادت رڳو ان رب جي ٿي سگهي ٿي جيڪو خالق آهي:

يَآَيُّهَا النَّاسُ اعْبُدُوْا رَبَّكُمُ الَّذِىْ خَلَقَكُمْ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ۝ (البقره:٢١)

”اي انسانو! پنهنجي ان رب جي عبادت ڪيو جنهن اوهان کي ۽ اوهان کان اڳ وارن ماڻهن کي پيدا ڪيو ته من اوهان (الله جي عذاب کان) بچي سگهو.“

# توحيد الوهيت ۽ توحيد ربوبيت

"توحيد الوهيت" جو مطلب توحيدِ عبادت آهي. يعني ڪامل محبت، تعظيم، خوف، اميد، عاجزي، توڪل سان جهڪڻ ۽ رڳو اڪيلي الله کي عبادت جو لائق سمجهي سندس عبادت ڪرڻ آهي. دعا، قرباني، جانور ڪُهڻ، مدد گهرڻ، پڪارڻ، سڀ شيون عبادتن ۾ شامل آهن.

توحيد الوهيت کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ هي آيتون ڏسندا.

دعا (المؤمن:60) خوف (آل عمران:175) اميد (الڪهف:2) توڪل (المائده:23) ڊپ (المائده:3) جُهڪڻ (الزمر:54) مدد گهرڻ (الفاتحه:4) پناهه گهرڻ (سورة الفلق ۽ سورة الناس) قرباني (الانعام:162)

## توحيد عبادت

عبادت جي معنيٰ ۾ 3 شيون شامل آهن.

1- بندگيءَ جون رسمون، پوڄا پاٺ (Rituals, Acts of worship)

2- فرمانبرداري، اطاعت (Obedience)

3- غلامي، يعني محڪوم ٿيڻ (Slavery)

بندگيءَ جي رسمن يعني پوڄا پاٺ جا ٻه (2) قسم آهن. پهريون قسم ظاهري عملن تي ٻڌل آهي ۽ ٻيو قسم باطني ڪيفيت تي.

## الله ۽ الوهيت

عام طور تي لفظ الٰه مان معبود جو مفهوم ورتو ويندو آهي ۽ الوهيت مان مراد عبادت هوندي آهي. پر عربي زبان ۾ الٰه جا 8 مختلف مفهوم آهن.

1- لَاهَ= اِحۡتَجَبَ= هو لڪي ويو. الله تعاليٰ پوشيده (لڪل) آهي. نه اسين ڪيس ڏسي سگهون ٿا، نه ٻڌي سگهون ٿا.

2- لَاہَ= تَحَیَّرَ= هو حيران ٿي ويو.

لکل هستيءَ جي باري ۾ حيراني هڪ لازمي ڳالهه آهي.

3- اَلِہَ= اِتَّجَہَ اِلَیْہِ لِشِدَّۃِ شَوْقِہٖ اِلَیْہِ. هو شوق جي شدت سان ان ڏانهن متوجه ٿيو.

لکل هستيءَ جي باري ۾ ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ جي خواهش پنهنجي اندر شوق جي شدت رکندي آهي. الله تعاليٰ ڏانهن به انسان شوق جي شدت سان توجه ڪندو آهي.

4- اَلِہَ= وَلِہَ بِاُمِّہٖ= هو پنهنجي ماءُ کان چنبڙي پيو.

مصيبت ۾ چنبڙڻ سان سڪون ملندو آهي.

5- اَلِهْتُ= سَکَنْتُ اِلَیْہِ= مون ان سان سڪون حاصل ڪيو.

طاقتور هستي جي پناهه حاصل ڪرڻ ۽ ان سان چنبڙڻ سان سڪون ملندو آهي.

6- آلَهَہٗ= اَجَارَہٗ= هُن ٻئي کي پناهه ڏني.

پناهه رڳو طاقتور ۽ مٿانهين هستي ئي ڏئي سگهي ٿي.

7- لَاہَ= اِرْتَفَعَ= هو مٿانهون ٿيو، بلند مرتبه، اعليٰ ۽ ارفع.

8- اَلَہَ= عَبَدَ= ان عبادت ڪئي، پوڄا ڪئي اطاعت ڪئي.

### 3. توحيد الوهيت جو جامع مفهوم:

اسلام ۾ جڏهن اسان الله لاءِ الٰه جو لفظ استعمال ڪيون ٿا ۽ ان جي الوهيت جو اقرار ٿا ڪيون ته اسان جي ذهن ۾ توحيد الوهيت جو جامع مفهوم هئڻ گهرجي.

الله تعاليٰ اهڙو اله آهي جيڪو اعليٰ، ارفع ۽ لکل آهي، جنهن کي ڄاڻڻ لاءِ دل ۾ شوق جي شدت هوندي آهي، جيڪو انسان جي حاجتن کي پورو ڪري سگهي ٿو، جيڪو خطرن ۽ مصيبتن ۾ پناهه ڏيئي سگهي ٿو، بيقراري جي حالت ۾ سڪون بخشي سگهي ٿو، جنهن وٽ طاقت ۽ قوت آهي جيڪو بلند مرتبي وارو آهي. ان ڪري اهڙي اله يعني الله جي عبادت، غلامي، اطاعت ۽ پرستش ڪرڻ گهرجي.

# اِلٰه (ILAAH) جا اٺ (8) مفهوم

لَاہَ = اِحۡتَجَبَ

(1) الله تعاليٰ لِڪل آهي. اسين نہ اُن کي ڏسي سگهون ٿا، نہ ٻڌي سگهون ٿا.

اَلِہَ = تَحَیَّرَ

(2) لڪل هستي جي باري ۾ حيراني هڪ لازمي ڳالهہ آهي.

اَلَہَ = اِتَّجَہَ اِلَیۡہِ لِشِدَّۃِ شَوۡقِہٖ اِلَیۡہِ

(3) لڪل هستيءَ جي باري ۾ ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ جي خواهش پنهنجي اندر شوق جي شدت رکندي آهي. الله تعاليٰ ڏانهن بہ انسان شوق جي شدت سان توجه ڪندو آهي.

7- لاہ =
اِرۡتَفَعَ = بلند
مرتبه، اعليٰ ۽
ارفع

8- عبادت
اَلَہ = عَبَدَ =
غلامي،
اطاعت ۽
بندگي ۽ پوڄا

آلَهَهٗ = اَجَارَہٗ

(6) پناهہ رکو طاقتور ۽ مٿانهين هستي ئي ڏئي سگهي ٿي.

اَلِهۡتُ = سَكَنۡتُ اِلَيۡهِ

(5) طاقتور هستي جي پناهہ حاصل ڪرڻ سان سڪون ملندو آهي.

اَلِہَ = وَلِہَ بِاُمِّہٖ

(4) ماءُ کي چنبڙڻ، مصيبت ۾ چنبڙڻ سان سڪون ملندو آهي.

4. اُلوهيت = عبوديت: انسان حاجتمند آهي، اهو رڳو اُن ئي اِلٰہَ کي تسليم ڪري سندس عبادت ڪري سگهي ٿو، جيڪو اهڙو اعليٰ ۽ ارفع ۽ لڪل هجي، جنهن کي ڄاڻڻ لاءِ شوق جي شدت هجي، جيڪو سندس حاجتن کي پورو ڪري سگهي، خطرن ۽ مصيبتن ۾ پناهہ ڏئي سگهي، اضطراب جي حالت ۾ سڪون ڏئي سگهي، جنهن وٽ قوت ۽ طاقت هجي، جيڪو مٿانهون هجي. اهڙي اِلٰہَ جي عبادت، غلامي، اطاعت ۽ پوڄا ڪري سگهجي ٿي.

عبادت جا ٽي قسم

| عبادت جون رسمون Rituals, Acts of Worship | اطاعت Obedience | غلامي Slavery |
| --- | --- | --- |

عبادت جون رسمون:

| ظاهري عمل | باطني ڪيفيتون |
| --- | --- |
| نماز، حج، قيام، | محبت، اميد |
| طواف، رڪوع، | خشيت، تذليل |
| رمي، سجدو، | خوف، عاجزي |
| قَسم، دعا، قرباني | تعظيم، توڪل |

### ظاهري عمل ۽ عبادت:

توحيد اُلوهيت يعني توحيدِ عبادت ۾ هيءَ ڳالهه به شامل آهي ته سموريون بدني عبادتون رڳو الله تعاليٰ لاءِ ئي ڪيون وڃن. يعني عبادت جون سموريون رسمون رڳو الله لاءِ ئي خاص هجن.

بندگي جي رسمن ۾ نماز- قيام- رڪوع- سجدو- دعا- حج- طواف- رمي- قرباني- قسم- نذر- پناهه گهرڻ- مدد گهرڻ وغيره.

### باطني ڪيفيتون ۽ عبادت:

توحيد اُلوهيت يعني توحيدِ عبادت ۾ هيءَ ڳالهه به شامل آهي ته سمورين باطني ۽ قلبي ڪيفيتن جي عبادت به رڳو الله تعاليٰ لاءِ خاص هجي. يعني ظاهري عملن سان گڏوگڏ دل جون باطني ڪيفيتون به عبادت ۾ شامل آهن، جن ۾ محبت- خوف- تعظيم- اميد- آسرو- عاجزي- ذلت محسوس ڪرڻ- توڪل اهي سڀ ڪيفيتون عبادت ۾ شامل هئڻ گهرجن ۽ اهي سڀ الله لاءِ خاص هئڻ گهرجن. اهي نهايت اهم آهن.

## عبادت جو جامع مفهوم

اسلام ۾ عبادت جو جامع مفهوم هي آهي ته قرآن ۽ سنت ۾ موجود سڀني حڪمن مطابق زندگيءَ جي هر شعبي ۾ الله جي ئي غلامي، اطاعت ۽ پرستش ڪئي وڃي توڙي انهن حڪمن جو تعلق عقيدي سان هجي، عبادتن سان هجي، معاشرت سان هجي، معاملن سان هجي يا رياست ۽ حڪومت جي حڪمن سان.

رسول الله ﷺ جن جي طرفان ڏنل هر حڪم توڙي اهو قرآن مجيد ۾ هجي، يا ڪنهن مستند صحيح يا حسن حديث ۾ هجي، هڪ مخلص مسلمان لاءِ اتباع ۽ پيرويءَ جي لاءِ آهي.

## عبادت جي باري ۾ جامع آيتون:

هيٺين آيتن ۾ عبادت جو لفظ پنهنجي جامع مفهوم ۾ استعمال ٿيو آهي:

اِيَّاكَ نَعْبُدُ. (الفاتحه:4)

اسين تنهنجي ئي عبادت ڪيون ٿا.

اُعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ. (هود:61)

"الله جي بندگي ڪيو، ان ڪان سواءِ اوهان جو ڪو خدا ناهي."

وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْاِنْسَ اِلَّا لِيَعْبُدُوْنِ○ (الذاريات:56)

"مون جن ۽ انسانن کي ان ڪان سواءِ ٻي ڪنهن ڪم لاءِ پيدا نه ڪيو آهي ته اهي رڳو منهنجي عبادت يعني غلامي، اطاعت، پوڄا ۽ پرستش ڪن."

## مدد رڳو الله تعاليٰ کان گهري وڃي:

عبادت ۾ مدد گهرڻ به شامل آهي، جيئن اسان هر روز نماز ۾ چوندا آهيون:

اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ○ (الفاتحه-4)

"اسان تنهنجي ئي عبادت ڪيون ٿا ۽ تو ڪان ئي مدد گهرون ٿا."

# توحيدِ خالقيت

”توحيد خالقيت“ مان مراد، الله تعاليٰ کي خالق (Creator) تسليم ڪرڻ آهي. هو اول آهي، ان کان اڳ ڪا به شيءِ نه هئي، ان سڀني شين کي عدم مان وجود بخشيو، ان تخليق جي شروعات ڪئي. ”خلق يخلق“ جا ڪيترا مطلب آهن:

1- ڪنهن شيءِ کي ٺاهڻ لاءِ خاڪو، نقشو تيار ڪرڻ.

2- ڪنهن شيءِ کي عدم (ڪجهه نه هئڻ) کان وجود ۾ آڻڻ يعني ابداع ۽ ايجاد. اها صفت رڳو الله تعاليٰ لاءِ مخصوص آهي. جيئن الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان خلقيا. قرآن مجيد ۾ آهي:

بَدِيۡعُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ. (البقرة:117)

”هو آسمانن ۽ زمين جو موجد آهي.“

3- پهريان کان موجود ڪنهن شيءِ مان ٻي شيءِ تيار ڪرڻ جيئن الله تعاليٰ منيءَ مان انسان کي پيدا ڪيو، خالص باهه جي شعلي مان جنن کي پيدا ڪيو. اها شيءِ الله کان سواءِ ٻين هستين جي به خصوصيت ٿي سگهي ٿي. جيئن انسان لوهه مان هوائي جهاز يا ٽينڪ بنائي. الله تعاليٰ نه رڳو خالق آهي بلڪ اَحۡسَنُ الۡخَالِقِيۡنَ آهي.

## ۞ الله تعاليٰ هر شيءِ جو خالق آهي:

يعني هر عنصر (Element) ۽ هر مرڪب (Compound) کي عدم مان وجود بخشيندڙ آهي. فرمايو ويو:

قُلِ اللّٰهُ خَالِقُ كُلِّ شَیۡءٍ وَّهُوَ الۡوَاحِدُ الۡقَهَّارُ. (الرعد:16)

”(اي نبي ﷺ!) چئو ته الله تعاليٰ هر شيءِ جو پيدا ڪندڙ ۽ سڀ شيءِ

تي اڪيلو حاوي آهي.“

### الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان جو خالق آهي:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِىْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ. (الانعام:1)

”سڀ تعريفون ان الله لاءِ آهن جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو.“

ڪي بي دين مفڪر الله کي خالق تسليم ڪن ٿا، پر ان کي رب تسليم نٿا ڪن. ڪي بي دين فلاسفر الله کي خالق ۽ رب تسليم ڪن ٿا پر حاڪم، شارع، حڪم ڏيندڙ تسليم نٿا ڪن.

### 5. الله تعاليٰ ئي تخليق جي شروعات ڪئي ۽ اهوئي ٻيهر خلقيندو:

قُلِ اللّٰهُ يَبْدَءُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ○ (يونس:34)

”اي نبي ﷺ! چئو تہ الله ئي تخليق جي شروعات ڪري ٿو پوءِ وري اهوئي ٻيهر پيدا ڪندو. پوءِ اوهان ڪٿان اونڌا ٿيندا ٿا وڃو؟“

## توحيدِ ربوبيت

### رب جا پنج مفهوم:

1- پرورش ڪرڻ وارو، پالڻ وار، وڌائڻ وارو.

2- نظر داري ڪرڻ وارو، خبر گيري ڪرڻ وارو.

3- جمع ڪرڻ وارو، سميٽڻ وارو.

4- سردار، اقتدار جو صاحب، غلبو رکڻ وارو، اختيارن رکڻ وارو.

5- مالڪ ۽ آقا.

### توحيد ربوبيت جي وصف:

توحيد ربوبيت جو مطلب آهي تہ الله اڪيلي سِر، بنا ڪنهن جي مدد

جي، ساري ڪائنات جو خالق، مالڪ ۽ آقا آهي، اقتدار جو مالڪ بادشاهه آهي. مخلوقات جي نظرداري، خبر رکندڙ، پرورش ۽ تربيت ڪندڙ آهي.

## مڪي جا مشرڪ توحيد ربوبيت جا مڃيندڙ هئا:

مڪي جا مشرڪ توحيد ربوبيت جا قائل هئا، پر توحيد الوهيت (توحيد عبادت) جا قائل نه هئا. اهي مڃيندا هئا ته الله تعاليٰ خالق آهي ان ئي سج چنڊ کي مسخر ڪيو آهي. يعني انهن کي انسانن لاءِ نفعي وارو بڻايو آهي، اهي مڃيندا هئا ته الله تعاليٰ ئي مينهن وسائي ٿو، جنهنڪري مئل زمين جيئري ٿي پوندي آهي. (العنڪوت 61،63)

وڌيڪ تفصيل لاءِ سورة المؤمنون جون هيٺ ڏنل آيتون ڏسو:

قُلْ لِّمَنِ الْاَرْضُ وَمَنْ فِيْهَآ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ۝

”(اي نبي ﷺ!) انهن کان پڇ، جيڪڏهن اوهان ڄاڻو ٿا ته ٻڌايو هيءَ زمين ڪنهن جي آهي؟ ۽ ان زمين ۾ جيڪي موجود آهن اهي ڪنهن جا آهن؟

سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ؕ قُلْ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ۝

اهي مشرڪ ضرور چوندا، الله جا ئي آهن. چوين ته پوءِ اوهان نصيحت ڇو نٿا حاصل ڪيو؟

قُلْ مَنْ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ۝

انهن کان پڇ ستن آسمانن ۽ عرش عظيم جو مالڪ ڪير آهي؟

سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ؕ قُلْ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ۝

اهي ضرور چوندا اهي سڀ الله جا ئي آهن، ته پوءِ اوهان الله کان ڊڄو ڇو نٿا؟

قُلْ مَنْۢ بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ

انهن کان پڇ، اهو ڪير آهي جنهن جي هٿ ۾ هر شيءِ جي بادشاهي آهي؟

وَّهُوَ يُجِيْرُ وَلَا يُجَارُ عَلَيْهِ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ○

۽ اهو ڪير آهي جيڪو پناهه ڏئي ٿو ۽ جنهن جي مقابلي ۾ پناهه ڏيئي نٿي سگهجي جيڪڏهن اوهان ڄاڻو ٿا؟

سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ؕ قُلْ فَاَنّٰى تُسْحَرُوْنَ ○ (المؤمنون 84-89)

اهي ضرور چوندا، اهي ڳالهيون الله جي ئي اختيار ۾ آهن. چوين ته پوءِ اوهان کي ڪٿان دوکو لڳي ٿو؟ (پوءِ ڪٿان اوهان جي مت ماري ٿي وڃي)؟"

متين آيتن مان هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

1- مکي جا مشرڪ مڃيندا هئا ته زمين الله جي ئي آهي ۽ جيڪي به زمين ۾ آهي انهن جو مالڪ به الله آهي.

2- مکي جا مشرڪ اهو به مڃيندا هئا ته ستن آسمانن جو مالڪ به الله تعالىٰ آهي.

3- مکي جا مشرڪ مڃيندا هئا ته عظيم الشان اقتدار، عرش عظيم جو مالڪ به الله تعالىٰ آهي.

4- مکي جا مشرڪ مڃيندا هئا ته هر شيءِ جي بادشاهت الله جي ئي هٿ ۾ آهي، اهائي هڪ واحد هستي آهي جيڪا سڀني کي پناهه ڏيئي سگهي ٿي. ان جي مقابلي ۾ ڪو به پناهه نٿو ڏيئي سگهي. البته مري ويل نيڪ ماڻهن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ جي نيت سان انهن جا مجسما ۽ بت ٺاهي انهن جي پوڄا ڪندا هئا. اهڙي طرح اهي الوهيت ۽ عبادت ۾ شرڪ ڪندا هئا.

5- مڪي جا مشرڪ اختيارن ۾ الله تعاليٰ سان ٻين آلهة کي به شريڪ ڪندا هئا.

6- مڪي جا مشرڪ صالحن ۽ مري ويل نيڪ ماڻهن جي بتن کي الله جي قرب جو اهم ذريعو سمجهندا هئا. اهي سمجهندا هئا ته انهن نيڪ ماڻهن جي بتن جي پوڄا پاٺ سان الله تعاليٰ خوش ٿيندو آهي. اهي الله وٽ اثر رکندڙ ۽ رسوخ وارا آهن. اهي الله تعاليٰ تائين اسان جي رسائي ڪرائي سگهن ٿا. اهي الله تعاليٰ سان اختيارن ۾ شريڪ آهن. انهن جو چوڻ هو:

مَا نَعْبُدُهُمْ اِلَّا لِيُقَرِّبُوْنَآ اِلَى اللّٰهِ زُلْفٰى. (الزمر:3)

"اسان انهن بتن جي عبادت نٿا ڪيون مگر رڳو هن ڪري ته اهي اسان کي خدا جي ويجهو ڪن."

وڌيڪ تفصيل لاءِ سورة الزخرف جي هيٺين آيتن تي غور ڪيو:

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ

"۽ جيڪڏهن تون انهن مڪي جي مشرڪن کان پڇين ته آسمانن ۽ زمين کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي؟

لَيَقُوْلُنَّ خَلَقَهُنَّ الْعَزِيْزُ الْعَلِيْمُ ۝

ته ضرور اهو جواب ڏيندا ته عزيز (زبردست) ۽ عليم هستيءَ انهن کي پيدا ڪيو آهي،

الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ مَهْدًا

اها هستي جنهن زمين کي فرش بڻايو

وَّجَعَلَ لَكُمْ فِيْهَا سُبُلًا لَّعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ ۝ (الزخرف:10-9)

۽ ان هستيءَ جنهن زمين ۾ اوهان لاءِ رستا بنايا تہ جيئن اوهان منزل مقصود جو رستو لهي سگهو.“

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَهُمْ

”۽ جيڪڏهن تون انهن (مڪي جي مشرڪن کان پڇين تہ ڪين ڪنهن پيدا ڪيو آهي؟

لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ فَاَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ۝ (الزخرف:87)

تہ لازماً اهو جواب ڏيندا، اللهٔ ئي پيدا ڪيو آهي تہ پوءِ هي ڪٿان دوکو کائي رهيا آهن؟“

وَقِيْلِهٖ يٰرَبِّ اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ قَوْمٌ لَّا يُؤْمِنُوْنَ ۝ (الزخرف:88)

۽ (حق جي شاهدي ڏيڻ وارا) چوندا ”اي اسان جا رب اهي پاڻ ايمان وارا نہ بڻيا.“ (اِهي اُهي ماڻهو آهن جيڪي مڃين ئي نٿا)

انهن آيتن مان هيٺيون ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

1- مڪي جا مشرڪ الله کي عزيز (زبردست) ۽ عليم، خالق مڃيندا هئا جنهن زمين ۽ آسمان پيدا ڪيا.

2- اهي اهو بہ مڃيندا هئا تہ الله زمين کي وڇاڻو بنائي ان ۾ جبل ۽ رستا بنايا تہ هو ان ۾ هلي ڦري روزي ڪمائين ۽ پنهنجي منزل جو رستو معلوم ڪن.

3- مڪي جا مشرڪ توحيد ربوبيت جا قائل هئا پر توحيد الوهيت جا منڪر هئا. اهي عبادت ۾ شرڪ ڪندا هئا. اهي توحيد تشريع جا بہ منڪر هئا. پنهنجو پاڻ حلال، حرام ڪيل شيون الله تعاليٰ ڏانهن منسوب ڪندا هئا.

# توحيد الوهيت ۽ ربوبيت جو تَتُ

1- توحيد الوهيت مان مراد الله کي اله ۽ معبود مڃي، اله جي اٿن ئي مفهومن کي الله سان منسوب ڪرڻو آهي. ان جو پيو نالو توحيدِ عبادت آهي. اله ۽ الوهيت جي لفظن جا اٺ مفهوم آهن:

1- لڪڻ.
2- حيراني
3- شوق سان توجه ڏيڻ
4- چنبڙڻ
5- سڪون حاصل ڪرڻ
6- پناهه ڏيڻ
7- بلند هئڻ
8- عبادت ڪرڻ

2- عبادت جي مفهوم ۾ ٽي ڳالهيون شامل آهن:

(1) غلامي (2) اطاعت (3) پوڄا پرستش

3- پوڄا پرستش ۾ ظاهري عمل به شامل آهن

4- پوڄا پرستش ۾ باطني عمل به شامل آهن.

5- رب جي مفهوم ۾ هي شامل آهن:

1- پرورش ڪندڙ
2- نظرداري ڪندڙ
3- مرڪزي حيثيت رکندڙ
4- سردار- اقتدار جو صاحب
5- مالڪ ۽ آقا

6- توحيد ربوبيت مان مراد الله تعاليٰ کي خالق، مالڪ، آقا، اقتدار جو صاحب مخلوقات جي نگهباني ڪندڙ، خبر رکندڙ ۽ پرورش جو ذميوار سمجهڻ آهي. جيڪو لاڳيوت رزق، بارش ۽ روشنيءَ جو انتظام ڪري ٿو اهوئي رب آهي.

# سوال

1- اِلٰه جون اٺ مختلف معنائون بيان ڪيو.

2- پناهه ڪهڙي هستي جي حاصل ڪري سگهجي ٿي؟ الله جي پناهه ڇو حاصل ڪرڻ گهرجي؟

3- سڪون ۽ پناهه جي تعلق جي وضاحت ڪيو.

4- حجاب ۽ شوق جي تعلق جي وضاحت ڪيو.

5- توحيدِ اُلوهيت جو جامع مفهوم بيان ڪيو.

6- عبادت جو جامع مفهوم بيان ڪيو.

7- توحيدِ رُبوبيت جي وصف بيان ڪيو.

8- مڪي جا مشرڪ ڪهڙي قسم جو شرڪ ڪندا هئا؟

## ارشاد باري تعاليٰ آهي:

وَلِلّٰهِ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى فَادْعُوْهُ بِهَا وَذَرُوا الَّذِيْنَ يُلْحِدُوْنَ فِيْٓ اَسْمَآئِهٖ ۭ (الاعراف: ١٨٠)

”۽ الله لاءِ تہ صرف سٺيون صفتون آهن، ان ڪري ڪيس انهن سهڻن نالن سان پڪاريو ۽ انهن کي ڇڏي ڏيو، جيڪي ان جي سهڻن نالن ۾ ڪَجِي اختيار ڪن ٿا.“

# توحيد في العبادة

"توحيد في العبادة" مان مراد هي آهي تہ نہ رڳو اطاعت ۽ غلامي بلڪ پوڄا ۽ پرستش، خوف ۽ اميد وغيره سڀ الله جي لاءِ هجن.

عبادت جي مفهوم ۾ ٽي شيون شامل آهن:

1- بندگيءَ جون رسمون، پوڄا، پرستش.

انهن جا ٻہ قسم آهن. ظاهري عبادتي عمل ۽ باطني ڪيفيتون.

a- ظاهري عبادتي عملن ۾ نماز، طواف، حج، رڪوع، سجدو، دعا، پناهہ گهرڻ، قرباني، ذبح ڪرڻ ۽ مدد گهرڻ شامل آهن.

b- باطني ڪيفيتن ۾ محبت، اميد، آسرو، توڪل، خوف وغيره شامل آهن.

2- اطاعت، يعني فرمانبرداري. 3- غلامي، محڪوم هئڻ.

عبادت جي باري ۾ هيٺين آيتن تي غور ڪيو:

1- عبادت رڳو ان رب جي ٿي سگهي ٿي جيڪو خالق آهي:

يَآيُّهَا النَّاسُ اعْبُدُوا رَبَّكُمُ الَّذِیْ خَلَقَكُمْ وَالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ۝ (البقره:21)

"اي انسانو! پنهنجي ان رب جي عبادت ڪيو جنهن اوهان کي ۽ اوهان کان اڳ وارن ماڻهن کي پيدا ڪيو تہ من اوهان (الله جي عذاب کان) بچي سگهو."

انهيءَ آيت مان معلوم ٿيو تہ عبادت رڳو ان هستيءَ جي جائز آهي جيڪا خالق (Creator) هجي.

2- الله جو حڪم اهوئي آهي تہ الله جي ئي عبادت ڪئي وڃي:

وَقَضٰى رَبُّكَ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّآ اِيَّاهُ (الاسراء:23)

”۽ (اي نبي ﷺ) اوهان جي جو اهو حڪم آهي تہ ان ڪان سواءِ ڪنهن جي عبادت نہ ڪيو.“

3- هر رسول جي دعوت جو مرڪز ۽ محور الله جي عبادت ئي هو:

وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا نُوْحِيْٓ اِلَيْهِ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنَا فَاعْبُدُوْنِ ○ (الانبياء:25)

”۽ (اي رسول ﷺ) اسان توکان اڳ جيڪو بہ رسول موڪليو ان ڪي اهائي وحي موڪلي تہ بيشڪ مون کان سواءِ ڪو اله ڪونهي، ان ڪري منهنجي ئي عبادت ڪيو.“

4- دين ڪي الله جي لاءِ خالص ڪري الله جي ئي عبادت ڪئي وڃي:

الله تعاليٰ نہ رڳو پنهنجي عبادت جو حڪم ڏنو آهي بلڪ خالص عبادت جو حڪم ڏنو آهي يعني شرڪ جي ملاوٽ کان پاڪ عبادت. دين ڪي خالص ڪرڻ جو مطلب آهي، دين يعني اطاعت ڪي خاص الله لاءِ ڪندي ان جي عبادت ڪجي. رسول الله ﷺ جن جي زبان مبارڪ مان چورايو ويو:

a- قُلْ اِنِّيْٓ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ اللّٰهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنَ ○ (الزمر-11)

”اي نبي ﷺ! انهن ڪي صاف چئي ڏي، مون ڪي تہ حڪم ڏنو ويو آهي تہ دين ڪي الله لاءِ خالص ڪري ان جي ئي عبادت ڪريان.“

b- قُلِ اللّٰهَ اَعْبُدُ مُخْلِصًا لَّهٗ دِيْنِيْ. (الزمر:14)

”چئي ڏي! تہ آئون پنهنجي دين کي الله لاءِ خالص ڪري، ان جي ئي عبادت ڪندس.“

5- دعا بہ عبادت آهي، غير الله کان گهرڻ انهن جي عبادت آهي، اهڙا ماڻهو دوزخي آهن:

وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُوْنِيْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ

”اوهان جو رب فرمائي ٿو، مون کي پڪاريو (مون کان دعا گهرو) مان اوهان جون دعائون قبول ڪندس،

اِنَّ الَّذِيْنَ يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِيْ سَيَدْخُلُوْنَ جَهَنَّمَ دَاخِرِيْنَ ۝

(المؤمن:60)

جيڪي ماڻهو تڪبر ۾ اچي منهنجي عبادت کان منهن موڙيندا، اهي ضرور ذليل ۽ خوار ٿي جهنم ۾ داخل ٿيندا.“

ان آيت مان 3 ڳالهيون معلوم ٿيون:

1- دعا بہ عبادت ۾ شامل آهي.

2- دعا يعني عبادت نہ ڪندڙ متڪبر هوندا آهن.

3- الله جي عبادت نہ ڪندڙ ۽ ان کان دعا نہ گهرندڙ دوزخ ۾ داخل ٿيندا.

6- الله کان سواءِ ڪنهن پيغمبر، ولي، فرشتي امام ۽ بزرگ جي عبادت ٿي نٿي سگهي:

الله کان سواءِ ڪنهن پيغمبر، ولي، فرشتي امام ۽ بزرگ جي عبادت ٿي نٿي سگهي. الله کان سواءِ ڪنهن جي بہ عبادت ڪرڻ ناجائز آهي. ساري ڪائنات ۾ رحمان ۽ رحيم الله جي ئي عبادت ۽ دعا ٿي سگهي ٿي، جيڪو قيامت جي ڏينهن جو مالڪ آهي. ان کان مدد گهرڻ جائز

آهي. ڪنهن بہ ٻئي ڪان هرگز جائز ناهي. اسان روزانو صبح و شام پنجن ئي نمازن ۾ اقرار ڪيون ٿا:

اِيَّاكَ نَعۡبُدُ وَاِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡنُ ○ (الفاتحه:4)

"اي الله! اسين رڳو تنهنجي ئي عبادت ڪيون ٿا ۽ رڳو توکان ئي مدد گهرون ٿا."

## 7- عيسائين کي بہ الله جي ئي عبادت جو حڪم ڏنو ويو:

عيسائين کي صاف چيو ويو تہ هو تثليث ۽ بپتسمہ ترڪ ڪن. الله جو رنگ اختيار ڪن. غيرالله جي عبادت نہ ڪن. حضرت مريم عليه السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام کي عبادت ۾ شريڪ نہ ڪن. جيڪڏهن اوهان عيسائي تثليث جو عقيدو ترڪ ڪرڻ نٿا چاهيو تہ اوهان جي مرضي. اسان مسلمان تہ ان هڪ خدا جي عبادت ڪنداسين.

صِبۡغَةَ اللّٰهِ ۚ وَمَنۡ اَحۡسَنُ مِنَ اللّٰهِ صِبۡغَةً

"(اوهان بہ) الله جو رنگ اختيار ڪيو! الله جي رنگ کان سٺو ڪنهن جو رنگ هوندو؟

وَّنَحۡنُ لَهٗ عٰبِدُوۡنَ ○ (البقره:138)

۽ اسان تہ الله جي ئي عبادت ڪرڻ وارا آهيون."

## 8- عبادت رڳو الله جي ئي سگهي ٿي، الله کان سواءِ ڪو بہ اله ڪونهي:

اُعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ. (الاعراف:65)

"الله جي ئي عبادت ڪيو، ان کان سواءِ اوهان جو ڪو اله ڪونهي."

9- زمين ۽ آسمان جي نظام جي تدبير ڪندڙ ۽ منتظم، اقتدار جي صاحب، اختيار جي مالڪ جي ئي عبادت ٿي سگهي ٿي:

اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِیْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضَ فِیْ سِتَّةِ اَیَّامٍ

”حقيقت هيءَ آهي تہ اوهان جو رب اهو الله ئي آهي جنهن آسمان ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ پيدا ڪيو،

ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ یُدَبِّرُ الْاَمْرَ

پوءِ سلطنت جي تخت تي جلوه گر ٿي هي مدبر ڪائنات جو نظام هلائي رهيو آهي.

مَا مِنْ شَفِیْعٍ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ اِذْنِهٖ

ڪوئي شفاعت (سفارش) ڪرڻ وارو سندس اجازت کان سواءِ سفارش ڪندڙ نہ آهي.

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ (يونس:3)

اهوئي آهي الله اوهان جو رب، سو اوهان ان جي ئي عبادت ڪيو!“

هن آيت مان معلوم ٿيو تہ عبادت رڳو اهڙي خالق جي ٿي سگهي ٿي، جيڪو تدبير ڪندڙ بہ هجي بااختيار بہ هجي، اجازت ڏيڻ وارو بہ هجي ۽ رب بہ هجي.

10- روح قبض ڪندڙ هستي (الله) جي ئي عبادت ٿي سگهي ٿي:

رسول الله ﷺ جن جي زبان مبارڪ مبارڪ چورايو ويو تہ جيڪڏهن اوهان کي منهنجي دين جي باري ۾ شڪ هجي تہ اوهان کي غور ڪرڻ گهرجي تہ مان تہ ان هستيءَ الله جي عبادت ٿو ڪريان، جو نہ رڳو مون کي، پر اوهان کي بہ موت ڏئي ٿو، روح قبض ڪري ٿو، مڪمل طور تي اختيار رکي ٿو.

قُلْ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنْ كُنْتُمْ فِيْ شَكٍّ مِّنْ دِيْنِيْ فَلَآ اَعْبُدُ الَّذِيْنَ تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلٰكِنْ اَعْبُدُ اللّٰهَ الَّذِيْ يَتَوَفّٰىكُمْ ۖ

(يونس:104)

"اي رسول ﷺ!) چئو! اي انسانو! جيڪڏهن اوهان اچا تائين منهنجي دين جي باري ۾ ڪنهن شڪ ۾ آهيو تہ ٻڌي ڇڏيو تہ اوهان الله کانسواءِ جن جي بندگي ڪيو ٿا، مان انهن جي بندگي نٿو ڪريان بلڪ مان تہ ان الله جي عبادت ٿو ڪريان جيڪو اوهان جا روح قبض ڪندو آهي."

11- جيڪو تڪويني ۽ تشريعي ڪمن جو حاڪم آهي، ان جي ئي عبادت ٿي سگهي ٿي:

اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ ۭ اَمَرَ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّآ اِيَّاهُ ۭ ذٰلِكَ الدِّيْنُ الْقَيِّمُ

(يوسف:40)

"حڪم رڳو الله جو هلي ٿو) الله کان سواءِ ڪنهن جو حڪم نٿو هلي. ان ئي حڪم ڏنو آهي تہ ان کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نہ ڪيو، اهوئي سڌو دين آهي."

انهيءَ آيت مان هي ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون:

1- خالق ۽ رب الله ئي حاڪم ۽ آمر آهي، ان کي ئي حڪم ڏيڻ جو اختيار حاصل آهي.

2- خالق ۽ رب الله ئي معبود آهي، ان جي ئي عبادت ڪئي وڃي.

3- دين قيم (سڌو ۽ صحيح دين جو طريقو) اهوئي آهي تہ خالق ۽ رب الله کي ئي حاڪم، آمر ۽ معبود تسليم ڪري ان جي ئي عبادت، اطاعت، غلامي ۽ پرستش ڪئي وڃي.

## 12- قيامت جي ڏينهن جنهن ڏانهن موٽڻو آهي رڳو ان جي ئي عبادت ٿي سگهي ٿي:

قرآن ۾ رسول الله ﷺ جن جي زبان مبارڪ سان چورايو ويو ته اوهان پنهنجي عقيدي ۽ عمل جا ذميدار آهيو ۽ مان پنهنجي عقيدي ۽ عمل جو ذميدار آهيان. مان ته شرڪ کان پاڪ خالص الله جي عبادت ڪندس، ان ڪي ئي پڪاريندس. ان کان دعا گهرندس. ان ڏانهن مون کي موٽڻو آهي.

قُلْ اِنَّمَآ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ اللّٰهَ وَلَآ اُشْرِكَ بِهٖ ؕ اِلَيْهِ اَدْعُوْا وَاِلَيْهِ مَاٰبِ ○ (الرعد:36)

”اي رسول ﷺ! چئو! مون کي حڪم مليو آهي ته ان الله جي عبادت ڪريان ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ نه بڻايان، مان ان جي طرف سڏيان ٿو. ۽ ان ڏانهن مون کي موٽڻو آهي.“

## 13- الله کي ڇڏي، ڪنهن ٻئي جي پناهه ڳولهڻ ”شرڪ في العبادت“ آهي:

سورة الناس جي شروعاتي ٽن آيتن ۾ الله جون ٽي صفتون بيان ڪيون آهن پوءِ انهن صفتن رکڻ واري خدا جي پناهه حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي.

قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ ○ لا مَلِكِ النَّاسِ ○ لا اِلٰهِ النَّاسِ ○ لا

(الناس: 1-3)

”چئو مان پناهه ٿو گهران، انسانن جي رب انسانن جي بادشاهه، انسانن جي حقيقي معبود جي.“

انهن آيتن مان هي ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون.

1- پناهه هميشه طاقتور ۽ بالادست هستيءَ کان حاصل ڪئي ويندي آهي.

2- الله تعاليٰ ئي رب آهي، يعني آقا آهي، حاڪم آهي، پالڻ وارو آهي، نظرداري ڪرڻ وارو آهي، مالڪ آهي، ان ڪري ان جي ئي پناهه حاصل ڪئي ويندي آهي.

3- الله تعاليٰ ئي مَلڪ آهي يعني بادشاهه آهي اقتدار جو صاحب آهي، ان جو ئي حڪم هلي ٿو، اهوئي فيصلا ڪري ٿو. طاقت وارو آهي. ان ڪري ان جي پناهه حاصل ڪئي وڃي.

4- الله تعاليٰ ئي اله آهي، معبود آهي طاقت وارو آهي، اهوئي سڪون ڏيڻ وارو آهي، ان ڪري ان جي ئي پناهه حاصل ڪرڻ گهرجي.

5- توحيد جي ٽنهي قسمن، توحيد ربوبيت، توحيد ملوڪيت، توحيد الوهيت تي ايمان لازمي آهي.

## عضون جي عملن جي عبادت بابت آيتون

1- رڪوع ۽ سجدو رڳو الله تعاليٰ کي ڪرڻ گهرجي:

عبادت جي مفهوم ۾ بدني ۽ جسماني عمل به شامل آهن، جهڙوڪ. رڪوع ۽ سجدو. حڪم ڏنو ويو:

يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا ارْكَعُوْا وَاسْجُدُوْا وَاعْبُدُوْا رَبَّكُمْ. (الحج:77)

”اي انسانؤ! جن ايمان آندو آهي، رڪوع ۽ سجدو ڪيو ۽ پنهنجي رب جي ئي عبادت ڪيو.“

غيرالله جي لاءِ رڪوع ۽ سجدو ڪرڻ حرام آهي.

## 2- نيڪ ڪم رڳو الله جي رضا (خوشيءَ) لاءِ ڪيا وڃن:

عبادت ۾ مالي عبادت جهڙوڪ: زڪواة ۽ صدقا به شامل آهن. ليڪن ان مالي عبادت جي پٺيان هڪ باطني ڪيفيت هوندي آهي جنهن ڪري اسين الله جي رضا يا خوشنودي چوندا آهيون. الله جي رضا خاطر مال خرچ ڪرڻ وارا دوزخ جي عذاب کان محفوظ رکيا ويندا.

وَسَيُجَنَّبُهَا الْاَتْقَى ۝ الَّذِيْ يُؤْتِيْ مَالَهٗ يَتَزَكّٰى ۝

”۽ اهو جيڪو پاڪ ٿيڻ لاءِ پنهنجو مال ڏيندو هو. ان کي دوزخ جي باهه کان پري رکيو ويندو.

وَمَا لِاَحَدٍ عِنْدَهٗ مِنْ نِّعْمَةٍ تُجْزٰى ۝ اِلَّا ابْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِ الْاَعْلٰى ۝ وَلَسَوْفَ يَرْضٰى ۝ (الليل: 21-17)

ان تي ڪنهن جو ڪو احسان ناهي جنهن جو بدلو ان کي ڏٺو هجي، هو رڳو پنهنجي اعليٰ رب جي رضا لاءِ اهو ڪم ڪري ٿو ۽ اهو ضرور (ان کان) راضي يعني خوش ٿيندو.“

## 3- قرباني، نذر رڳو الله تعاليٰ جي لاءِ ئي جائز آهي:

عبادت جي مفهوم ۾ نذر ۽ نياز به شامل آهي. غيرالله جي نالي تي ذبح ڪيل جانور کي قرآن حرام ٺهرايو آهي. نذر ۽ لاءِ ئي ماڻهو غيرالله جي نالي تي جانور ذبح ڪندا آهن.

اِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنْزِيْرِ وَمَآ اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ (البقره: 173)

”الله جي طرف کان جيڪڏهن اوهان تي ڪا پابندي آهي ته اها هيءَ آهي ته مردار نه کائو، خون (رت) سوئر جي گوشت کان پرهيز ڪيو ۽

اهڙي ڪا شيءِ نہ ڪائو، جنهن تي الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو نالو ورتو ويو هجي.“

## 4- نذر پورو ڪرڻ بہ ”عبادت“ آهي ۽ قيامت جي خوف جو دليل آهي:

سورة الدهر ۾ ابرار جون صفتون بيان ڪيون ويون آهن. انهن صفتن مان هڪ صفت هيءَ بہ آهي تہ اهي پنهنجا نذر پورا ڪندا آهن. نذر رڳو الله لاءِ جائز آهي، غيرالله لاءِ حرام آهي. نذر بہ اصل ۾ عبادت جو ئي هڪ قسم آهي، فرمايو ويو:

يُوفُونَ بِالنَّذْرِ وَيَخَافُونَ يَوْمًا كَانَ شَرُّهُ مُسْتَطِيرًا ۝ (الدهر:7)

”هي اهي ماڻهو آهن جيڪي نذر پورو ڪندا آهن ۽ ان ڏينهن کان ڊڄندا آهن جنهن جي آفت هر طرف پکڙيل هوندي.“

## 5- فرياد (مدد طلب ڪرڻ) بہ عبادت آهي:

جهڙي طرح پناهہ رڳو طاقتور هستي کان حاصل ڪئي ويندي آهي، اهڙي طرح مدد بہ رڳو بالادست ۽ طاقتور هستيءَ کان حاصل ڪئي ويندي آهي، رسول الله ﷺ جن ۽ اصحابن جنگ جي ميدان ۾ مدد لاءِ فرياد ڪئي، الله تعاليٰ اها دعا قبول فرمائي. مدد جي اها درخواست بہ عبادت جو هڪ قسم آهي.

إِذْ تَسْتَغِيثُونَ رَبَّكُمْ فَاسْتَجَابَ لَكُمْ أَنِّي مُمِدُّكُم بِأَلْفٍ مِّنَ الْمَلَائِكَةِ مُرْدِفِينَ ۝ (الانفال:9)

”۽ ياد ڪيو اهو موقعو! جڏهن اوهان پنهنجي رب کان فرياد (مدد طلب) ڪري رهيا هئا. جواب ۾ ان فرمايو ”مان اوهان جي مدد لاءِ هڪ ٻئي پٺيان هڪ هزار فرشتا موڪلي رهيو آهيان.“

6- قسم رڳو الله تعاليٰ جو کاڌو ويندو، غيرالله جو قسم کائڻ حرام آهي:

قسم جو مطلب شاهدي آهي. الله جو قسم کائڻ مان مراد، الله کي شاهد بنائڻو آهي. قسم کڻڻ وارو الله کي شاهد بنائي پنهنجي ڳالھ کي مضبوط ڪندو آهي. ان ڪري غيرالله جو قسم حرام آهي ۽ رڳو الله جو قسم جائز آهي. قسم کائڻ بہ هڪ قسم جي عبادت آهي. رسول الله ﷺ فرمايو:

مَنْ كَانَ حَالِفًا فَلْيَحْلِفْ بِاللّٰهِ. (بخاري)

”جو شخص قسم کائڻ چاهي، ان کي رڳو الله جو قسم کڻڻ گهرجي.“

## باطني ڪيفيتن جي عبادت بابت آيتون

1- خوف ۽ خشيت الله جو ئي حق آهي يعني رڳو الله کان ڊڄڻ گهرجي:

عبادت جي مفهوم ۾ اها باطني ڪيفيت بہ شامل آهي جنهن کي اسان خوف ۽ خشيت جو نالو ڏيون ٿا.

أَتَخْشَوْنَهُمْ ۚ فَاللّٰهُ أَحَقُّ أَنْ تَخْشَوْهُ إِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ○ (التوبة:13)

”ڇا اوهان انهن ڪافرن کان ڊڄو ٿا؟ جيڪڏهن مؤمن آهيون تہ الله ان جو وڌيڪ مستحق آهي تہ ان کان ڊڄڻ کپي.“

- خوف بہ هڪ باطني عبادت آهي، مؤمن رڳو الله کان خوف رکندو آهي.

إِنَّمَا ذٰلِكُمُ الشَّيْطٰنُ يُخَوِّفُ أَوْلِيَآءَهُ

”اهو اصل ۾ شيطان هو جيڪو پنهنجي دوستن (اولياءَ) کان هرويرو

خوف ڏياري رهيو هو.

فَلَا تَخَافُوهُمْ وَخَافُونِ إِنْ كُنْتُمْ مُؤْمِنِينَ ○ (عمران-175)

ان ڪري اوهان آئنده (شيطان جي اولياءُ) انسانن کان نہ ڊڄجو. مون کان ئي ڊڄو، جيڪڏهن سچ پچ ايمان وارا آهيو."

ان آيت مان معلوم ٿيو تہ:

1- الله اسان کي حڪم ڏنو آهي تہ صرف ان جو خوف رکجي.

2- الله اسان کي اهو بہ حڪم ڏنو آهي تہ اسين ٻين کان نہ ڊڄون.

3- ابليس جو طريقو اهو آهي تہ اهو پنهنجي اولياءُ ذريعي مؤمنن کي ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

4- جيڪو غيرالله کان ڊڄي اهو حقيقي معنيٰ ۾ مؤمن ٿي نٿو سگهي.

• رغبت يعني شوق، رهبت يعني خوف بہ باطني اعمال عبادت آهي:

قرآن مجيد ۾ نبين لاءِ ٻڌايو ويو آهي تہ اهي رغبت يعني شوق ۽ رهبت يعني خوف ۽ خشوع جي باطني جذبي ۽ داخلي ڪيفيتن سان الله جي سامهون دعا لاءِ هٿ کڻندا هئا. فرمايو ويو:

إِنَّهُمْ كَانُوا يُسَارِعُونَ فِي الْخَيْرَاتِ وَيَدْعُونَنَا رَغَبًا وَرَهَبًا ۖ وَكَانُوا لَنَا خَاشِعِينَ ○ (الانبياء:90)

"اهي پيغمبر نيڪيءَ جي ڪمن ۾ ڊڪ ڊوڙ ڪندا هئا ۽ اسان کي رغبت ۽ خوف سان پڪاريندا هئا اسان جي سامهون جُهڪيل هوندا هئا."

2- شديد ترين محبت، رڳو الله تعاليٰ سان هئڻ گهرجي:

عبادت جي مفهوم ۾ باطني ڪيفيت جي اها حالت بہ شامل آهي جنهن ڪي اسان محبت چئون ٿا. قرآن چوي ٿو:

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّتَّخِذُ مِنْ دُوْنِ اللهِ اَنْدَادًا يُّحِبُّوْنَهُمْ كَحُبِّ اللهِ ؕ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَشَدُّ حُبًّا لِّلّٰهِ ؕ (البقره-165)

”۽ ڪجھ ماڻهو اهڙا آهن جي الله کان سواءِ ٻين کي ان جي برابر بنائين ٿا ۽ انهن سان اهڙي محبت ڪن ٿا جهڙي الله سان محبت هئڻ گهرجي، حالانڪ ايمان وارا سڀ کان وڌيڪ الله کي محبوب رکن ٿا.“

(يعني جيڪو شخص الله کان وڌيڪ ڪنهن ٻي هستي يعني غيرالله سان محبت ڪري، اهڙي شخص جو ايمان شڪ ۾ آهي)

## 3- دعا ۽ پڪار جو مستحق رڳو الله تعاليٰ آهي:

الله تعاليٰ ئي دعا ۽ پڪار ٻڌي ٿو ۽ الله تعاليٰ ئي اسبابن کي متحرڪ ڪري جوابي ڪاروائي ڪري ٿو. دعا جو عمل به عبادت ۾ شامل آهي. شرڪ في الدعاء به حقيقت ۾ شرڪ في العبادة آهي.

## 4- رجاء (اميد) به عبادت آهي:

رجاء عربي ۾ اميد ۽ توقع کي چوندا آهن. جيڪو شخص آخرت ۾ الله تعاليٰ سان ملاقات جي اميد رکي ٿو اهو ڪنهن شرڪ جي آميزش کان پاڪ، خالص الله جي عبادت ڪندو.

اميد ۽ توقع به اصل ۾ باطني عبادت جوئي هڪ قسم آهي. فرمايو ويو:

فَمَنْ كَانَ يَرْجُوْا لِقَآءَ رَبِّهٖ فَلْيَعْمَلْ عَمَلًا صَالِحًا وَّلَا يُشْرِكْ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖٓ اَحَدًا ۝ (الكهف:110)

”پوءِ جيڪو پنهنجي رب جي ملاقات جي اميد رکندو هجي ان کي گهرجي ته نيڪ عمل ڪري ۽ عبادت ۾ پنهنجي رب سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪري.“

5- توڪل (سمورا معاملا الله جي حوالي ڪرڻ) بہ عبادت آهي:
انسان جنهن ڪي وڏو سمجهندو آهي جنهن ڪي با اختيار ۽ علم وارو سمجهندو آهي، جزا سزا جو مالڪ سمجهندو آهي، پنهنجي سمورا معاملا ان جي حوالي ڪندو آهي ان عمل کي توڪل چئبو آهي. توڪل بہ اصل ۾ هڪ باطني ڪيفيت جو نالو آهي ۽ اها بہ عبادت جو هڪ قسم آهي. توڪل جو مطلب، الله کي وڪيل بنائي پنهنجا سمورا معاملا ان جي سپرد ڪري ڇڏڻ آهي. قرآن چوي ٿو:

(a) وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ○ (ابراهيم:11)

"۽ مؤمن الله تعاليٰ تي ئي توڪل ڪندا آهن."

(b) وَعَلَى اللّٰهِ فَتَوَكَّلُوْٓا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ○ (المائدة:23)

"۽ الله تعاليٰ تي ئي توڪل ڪيو، جيڪڏهن اوهان مؤمن آهيون."

(c) وَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ. (الاحزاب:3)

"۽ الله تعاليٰ تي ئي توڪل ڪيو."

## بيان جو تت

1- عبادت جا ٽي مفهوم آهن: 1- غلامي، 2- اطاعت، 3- پرستش ۽ پوڄا.

2- عبادت رڳو ان جي ٿي سگهي ٿي جيڪو خالق آهي. مخلوق جي عبادت حرام آهي. (البقره: 21)

3- جيڪو ڪائنات جو رب آهي، صرف ان جي عبادت ٿي سگهي ٿي. (بني اسرائيل:3)

4- جيڪو الله آهي، رڳو ان جي عبادت ٿي سگهي ٿي. (الانبياء:25)

5- زمين ۽ آسمان جي تدبير ڪندڙ جي عبادت ٿي سگهي ٿي. (يونس:3)

6- جيڪو روح قبض ڪري ٿو رڳو ان جي عبادت ٿي سگهي ٿي.(يونس:104)

7- جيڪو تڪويني ۽ تشريعي ڪمن جو حاڪم آهي رڳو ان جي عبادت ٿي سگهي ٿي. (يوسف:40)

8- جنهن ڏانهن مرڻ کان پوءِ موٽڻو آهي، صرف ان جي عبادت ٿي سگهي ٿي. (الرعد:36)

ثابت ٿيو ته الله تعاليٰ ئي خالق، رب، اِلٰه، مدبر، مختار ۽ حاڪم آهي، تنهن ڪري اهو ئي عبادت جي لائق ٿي سگهي ٿو.

9- هر رسول الله جي عبادت جي دعوت ڏني. (الانبياء:25)

10- الله جي خالص عبادت ڪئي وڃي. يعني عبادت جو ملاوٽ کان پاڪ هئڻ ضروري آهي. (الزمر:11)

11- دعا به عبادت آهي. غيرالله کان دعا گهرڻ سان انسان دوزخي ٿي وڃي ٿو. (المؤمن:60)

12- عضون جا ظاهري اعمال به عبادت آهن. جيئن رڪوع، سجدو، زڪواة، انفاق، ذبح، قرباني، نذر، پناهه گهرڻ، مدد گهرڻ، فرياد قسم، دعا وغيره.

13- باطني ڪيفيتون به عبادت آهن. جهڙوڪ: خشيت، خوف، تعظيم، محبت، اميد، توڪل، رغبت، عاجزي، پناهه، توبه، نذر، نيازم وغيره.

## سوال

1- عبادت جا ٽي مطلب بيان ڪيو.

2- عضون جي ظاهري عملن تي مشتمل عبادت جا مثال بيان ڪيو.

3- باطني ۽ قلبي ڪيفيت جي عبادت جا مثال بيان ڪيو.

4- غيرالله جي عبادت ڇو حرام آهي؟ قرآني دليلن سان ثابت ڪيو.

# توحيد في الدعاءِ

## دعا جي باري ۾ ڪجهه اُصولي ڳالهيون

”توحيدِ دعا“ عبادت جو ئي هڪ قسم آهي. هتي ان جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ٿو وڃي ڇوته قرآن مجيد ۾ ان باري ۾ نهايت تفصيل کان ڪم ورتو ويو آهي. ان سان گڏ اها اسان جي معاشري جي به هڪ اهم ترين ضرورت آهي. ”توحيدِ دعا“ بابت قرآن مجيد جون ڪجهه آيتون:

1- الله دعائون ٻڌي ٿو ۽ جوابي ڪاروائي ڪري ٿو:

رڳو الله تعاليٰ ئي دعائون ٻڌي ٿو، ٻيا نه ٻڌن ٿا نه جوابي ڪاروائي ڪري سگهن ٿا.

وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُوْنِيْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ. (مؤمن:60)

”اوهان جو رب چوي ٿو: مون کي پڪاريو! مان اوهان جون دعائون قبول ڪندس.“

2- جيڪو زنده اله آهي، ان کان دعا گهرو (مئلن کان دعا ناجائز آهي):

قرآن جو اهو عقلي مطالبو آهي ته جيڪو زنده هجي، صرف ان کان دعا گهرڻ کپي.

هُوَ الْحَيُّ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ فَادْعُوْهُ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ. (مؤمن:65)

”اهوئي زنده آهي، ان کان سواءِ ڪو معبود ڪونهي، ان کي اوهان پڪاريو، ان کان دعا گهرو، پنهنجي دين کي ان لاءِ خالص ڪندي.“

3- محڪوميت ڪي الله لاءِ خالص ڪندي ان ڪان ئي دعا ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو آهي:

وَادْعُوْهُ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ. (الاعراف:29)

”ان (الله) ڪي ئي پڪاريو، پنهنجي دين کي ان لاءِ خالص ڪندي.“

4- الله ڪان دعا ڪرڻ ئي فطرت جي مطابق آهي، ٻين هستين ڪان دعا ڪرڻ فطرت جي خلاف آهي:

قرآن اهو ٻه چوي ٿو تہ الله تعاليٰ ڪان دعا ڪرڻ ئي فطرت جو آواز آهي. ٻين هستين ڪان دعا ڪرڻ فطرت جي خلاف آهي. فرمايو ويو:

قُلْ اَرَءَيْتَكُمْ اِنْ اَتٰكُمْ عَذَابُ اللّٰهِ اَوْ اَتَتْكُمُ السَّاعَةُ اَغَيْرَ اللّٰهِ تَدْعُوْنَ ۚ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ○ بَلْ اِيَّاهُ تَدْعُوْنَ فَيَكْشِفُ مَا تَدْعُوْنَ اِلَيْهِ اِنْ شَآءَ وَتَنْسَوْنَ مَا تُشْرِكُوْنَ ○ (الانعام:41-42)

”انهن ڪان پڇ! ذرا سوچي ٻڌايو، جي ڪنهن وقت الله جي طرف ڪان ڪا وڏي مصيبت اچي ويندي آهي يا آخري گهڙي اچي پهچندي آهي تہ ڇا ان وقت اوهان الله ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي کي سڏيندا آهيو؟ ٻڌايو جي سچا آهيو. ان وقت اوهان الله کي ئي سڏيندا آهيو جيڪڏهن هو چاهيندو آهي تہ ان مصيبت کي اوهان ڪان هٽائيندو آهي. اهڙن موقعن تي اوهان پنهنجي شريڪن کي وساري ڇڏيندا آهيو.“

5- الله ڪان دعا گهرڻ فطرت جي بلڪل مطابق آهي:

اهائي ڳالهہ سورة العنڪبوت ۾ ٻہ فرمائي وئي آهي:

فَاِذَا رَكِبُوْا فِي الْفُلْكِ دَعَوُا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۚ فَلَمَّا نَجّٰهُمْ

اِلَى الْبَرِّ اِذَا هُمْ يُشْرِكُوْنَ ۙ○ (العنكبوت:65)

”جڏهن اهي ٻيڙيءَ تي سوار ٿيندا آهن تہ پنهنجي دين کي خالص کندي ان کان ئي گهرندا آهن پوءِ جڏهن کين بچائي خشڪيءَ تي آڻيندو آهي تہ هڪدم شرڪ ڪرڻ لڳندا آهن.“

6- الله تمام ويجهو آهي، الله کي وسيلي ۽ واسطي جي ضرورت ناهي:

قرآني دعا جي باري ۾ هڪ ٻيو عقلي دليل پيش ٿو ڪري جڏهن تہ الله قريب آهي تہ پوءِ وسيلي ۽ واسطي جي ضرورت نٿي رهي. هو تہ ساهہ جي رڳ کان بہ ويجهو آهي. ارشاد آهي:

وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ○ (ق:16)

”۽ اسين ان جي ساهہ جي رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.“

ڪي ماڻهو چوندا آهن اوهان ڪنهن وزير تائين سڌو نٿا پهچي سگهو اهڙي طرح خدا تائين پهچڻ لاءِ بہ ڪنهن نہ ڪنهن جو واسطو ضروري آهي. اهو دليل نهايت ڪمزور آهي. ان لاءِ جو وزيرن کي اوهان جي حالتن جو علم ناهي، نہ اهي اوهان کي سڃاڻن ٿا، نہ اهي دلين جي رازن کان واقف آهن، نہ اهي قدوس آهن، نہ سبوح آهن، نہ انهن کي ڪامل علم آهي، ان ڪري وزيرن تائين پهچ لاءِ ڪنهن وچين واسطي جي ضرورت هوندي آهي. انهن واسطن ۾ انسان، ٽيليفون، فيڪس، خط، ملاقات وغيره شامل آهن. ليڪن الله تعاليٰ اوهان کي بہ سڃاڻي ٿو ۽ اوهان جي ضرورت کي بہ سمجهي ٿو. ان تائين پهچڻ لاءِ رڳو دعا جي ضرورت آهي. قرآن چوي ٿو:

وَاِذَا سَاَلَكَ عِبَادِىْ عَنِّىْ فَاِنِّىْ قَرِيْبٌ ؕ

”(اي نبي ﷺ!) جي منهنجا ٻانها توکان مون لاءِ پُڇن تہ انهن کي ٻڌاءِ تہ مان انهن کي ويجهو آهيان.

أُجِيبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ إِذَا دَعَانِ (البقره:186)

پڪارڻ وارو جڏهن مون کي پڪاري ٿو تہ مان ان جي پڪار ٻڌان ٿو ۽ جواب ڏيان ٿو.“

ثابت ٿيو تہ دعا ۾ ڪنهن واسطي ۽ وسيلي جي ضرورت ناهي.

7- توحيد في الدعا حق آهي جڏهن تہ شرڪ في الدعاء باطل آهي:

قرآن چوي ٿو تہ الله کان دعا ڪرڻ حق آهي ۽ ”من دون الله“ کان دعا ڪرڻ باطل آهي:

ذٰلِكَ بِأَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ

اهو هن ڪري جو الله ئي حق آهي

وَأَنَّ مَا يَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ هُوَ الْبَاطِلُ. (الحج:62)

۽ بيا (جن کي الله کي ڇڏي) هي پڪارن ٿا، اهي سڀ باطل آهن.“

8- خالق کان ئي دعا ڪرڻ جائز آهي، مخلوق کان دعا ڪرڻ جائز ناهي:

قرآن هڪ ٻيو عقلي دليل ڏئي ٿو. خالق ۽ مخلوق برابر ٿي نٿا سگهن. مخلوق رڳو خالق کان دعا ڪري سگهي ٿو. هڪ مخلوق، ڪنهن ٻي مخلوق کان دعا ڪرڻ جو حق نٿي رکي.

أَفَمَنْ يَخْلُقُ كَمَنْ لَا يَخْلُقُ ۗ أَفَلَا تَذَكَّرُونَ ○ (النحل:17)

”پوءِ جيڪو پيدا ڪري ٿو ۽ جيڪي ڪجهہ بہ پيدا نٿا ڪن ٻئي هڪ جهڙا آهن؟ ڇا پوءِ اوهان هوش ۾ نٿا اچو.“

9- من دون الله خالق ناهن بلڪ مخلوق آهن، زنده ناهن بلڪ مردا آهن:

وَالَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

”۽ اهي ٻيون هستيون جن کي الله کي ڇڏي

لَا يَخْلُقُوْنَ شَيْـًٔا وَّهُمْ يُخْلَقُوْنَ ○ؕ

ماڻهو پڪارين ٿا (دعا ڪن ٿا) اهي ڪنهن به شيءِ جا خالق نه آهن، بلڪ پاڻ مخلوق آهن.

اَمْوَاتٌ غَيْرُ اَحْيَآءٍ ۚ وَّمَا يَشْعُرُوْنَ اَيَّانَ يُبْعَثُوْنَ ○ (النحل: 21-20)

اهي مردا آهن، زنده نه آهن ۽ ڪين اهو به معلوم ناهي ته ڪين ڪڏهن (ٻيهر زنده ڪري اٿاريو ويندو؟“

10- انهن ماڻهن تي حيرت آهي جيڪي انهن بي وس هستين کي پڪارين ٿا (دعا گهرن ٿا) جيڪي هڪ مک به پيدا ڪري نٿا سگهن:

قرآن مجيد ۾ ”من دون الله“ جي بي وسي ۽ بي اختياري بابت فرمائي ٿو ته اهي هڪ مک به پيدا نٿا ڪري سگهن. انهن کان دعا گهرڻ هڪ بيوقوفي آهي. سورة الحج ۾ آهي:

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ ضُرِبَ مَثَلٌ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَنْ يَّخْلُقُوْا ذُبَابًا وَّلَوِ اجْتَمَعُوْا لَهٗ ؕ وَاِنْ يَّسْلُبْهُمُ الذُّبَابُ شَيْـًٔا لَّا يَسْتَنْقِذُوْهُ مِنْهُ ؕ ضَعُفَ الطَّالِبُ وَالْمَطْلُوْبُ ○ مَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَقَوِيٌّ عَزِيْزٌ ○ (الحج: 73-74)

"انسانو! هڪ مثال ڏنو ٿو وڃي، غور سان ٻڌو. جن معبودن کان اوهان الله کي ڇڏي دعا ڪيو ٿا. اهي سڀ ملي هڪ مک به پيدا ڪرڻ چاهين ته ڪري نٿا سگهن. بلڪه جي مک انهن کان ڪا شيءِ کسي وڃي ته اهي ڇڏائي نٿا سگهن. مدد گهرندڙ به ڪمزور ۽ جن کان مدد گهري وڃي اهي به ڪمزور. انهن ماڻهن الله جو قدر نه سڃاتو. جهڙو ان جي سڃاڻڻ جو حق آهي. واقعو هي آهي ته قوت ۽ عزت وارو ته الله ئي آهي. (معلوم ٿيو ته دعا رڳو خالق کان ڪرڻ جائز آهي).

## 11- "من دون الله" بي وس ۽ بي اختيار آهن:

قرآن هي نج چي ٿو ته من دون الله ذري جيترو به اختيار نٿا رکن.

قُلِ ادْعُوا الَّذِيْنَ زَعَمْتُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۚ

"اي نبي ﷺ! انهن مشرڪن کي) چئو ته پڪاري ڏسو انهن معبودن کي جن کي اوهان الله کان سواءِ پنهنجو معبود سمجهي ويٺا آهيو،

لَا يَمْلِكُوْنَ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ فِي السَّمٰوٰتِ وَلَا فِي الْاَرْضِ وَمَا لَهُمْ فِيْهِمَا مِنْ شِرْكٍ وَّمَا لَهٗ مِنْهُمْ مِّنْ ظَهِيْرٍ ۝ (سبا:22)

اهي نه آسمانن ۾ هڪ ذري جا مالڪ آهن نه زمين ۾. اهي آسمان ۽ زمين جي ملڪيت ۾ به شريڪ ناهن. انهن مان ڪو به الله جو مددگار نه آهي."

## 12- من دون الله جن کان دعا ڪئي وڃي ٿي اهي ذري جيترو به اختيار نٿا رکن.

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ لَهُ الْمُلْكُ ۭ وَالَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ مَا يَمْلِكُوْنَ مِنْ قِطْمِيْرٍ ۝ ۭ (فاطر:13)

”اھوئي اللہ اوھان جو رب آھي! بادشاھي ان جي آھي، ان کي ڇڏي جن ٻين کي اوھان پڪاريو ٿا، اھي قطمير (کجور جي ڪوکڙيءَ جو ڇلڪي جا بہ مالڪ نہ آھن.

اِنْ تَدْعُوْهُمْ لَا يَسْمَعُوْا دُعَآءَكُمْ ۚ وَلَوْ سَمِعُوْا مَا اسْتَجَابُوْا لَكُمْ ؕ

(فاطر:14)

”انهن کي پڪاريندا آھن تہ اھي اوھان جون دعائون ٻڌي نہ سگھندا ۽ ڪٿي فرض محال، ٻڌن بہ تہ اوھان کي ان جو ڪو جواب ڏيئي نہ سگھندا.“

ان آيت مان معلوم ٿيو تہ:

a- غيراللہ ”من دون اللہ“ ڪارڪ جي ڪڪڙيءَ جي ڪل جيترو بہ اختيار نٿا رکن.

b- اھي دعا ٻڌي نٿا سگھن. ان ڪري انهن کان دعا گھرڻ حرام آھي.

c- جيڪڏھن ڪٿي دعا ٻڌي بہ سگھن تہ مراد پوري ڪري نٿا سگھن.

d- اللہ تعالیٰ رب آھي، بادشاھ آھي، اختيار رکي ٿو. سميع ۽ بصير آھي، دعائون ٻڌي ٿو. دعائون ٻڌي جوابي ڪاروائي ڪري ٿو. ھر شخص جي مراد پوري ڪرڻ جي پوري قدرت رکي ٿو.

## 13- ”من دون اللہ“ (خاص ڪري قبرن ۾ پوريل) انساني دعائن کان غافل آھن ۽ قيامت تائين جواب ڏيئي نٿا سگھن:

قرآن ھي بہ چوي ٿو تہ جيڪي قبرن ۾ آھن، اھي قيامت تائين ماڻهن جي دعائن جو جواب نٿا ڏئي سگھن:

وَمَنْ اَضَلُّ مِمَّنْ يَّدْعُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَنْ لَّا يَسْتَجِيْبُ لَهٗۤ اِلٰى يَوْمِ

الْقِيٰمَةِ وَهُمْ عَنْ دُعَآئِهِمْ غٰفِلُوْنَ○ (الاحقاف:5)

”آخر ان شخص کان وڌيڪ پٽڪيل ڪير هوندو؟ جو الله کي ڇڏي ان کي پڪاري، جيڪو قيامت تائين ان کي جواب نہ ڏيئي سگهي. بلڪ ان جي دعا (پڪارڻ) کان بہ بي خبر (لاعلم) هجي.“

(ان حقيقت کان پوءِ بہ جاهل ماڻهو انهن غافل ۽ بيخبر ماڻهن کان دعائون ٿا پنن).

## 14- ”من دون الله“ دعائن جو جواب ڏيئي نٿا سگهن:

قرآن قبر وارن کي ”عِبَادٌ اَمْثَالُکُمْ“ چوي ٿو. يعني اوهان جهڙا پانها. قرآن هي عقلي سوال بہ ڪري ٿو تہ پلا هڪ پانهو ٻئي پانهي کان سوال ڪيئن ڪري سگهي ٿو؟

اِنَّ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللهِ عِبَادٌ اَمْثَالُکُمْ فَادْعُوْهُمْ فَلْيَسْتَجِيْبُوْا لَکُمْ اِنْ کُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ○ (الاعراف:194)

”اوهان الله کي ڇڏي جن کي پڪاريو ٿا اهي تہ رڳو پانها آهن جيئن اوهان پانها آهيو، انهن کان دعائون گهري ڏسو! اهي اوهان جي دعائن جو جواب ڏين! جيڪڏهن انهن جي باري ۾ اوهان جا خيال صحيح هجن.“ (پر اوهان جا خيال غلط آهن، اهي ڏوڙ جواب ڏيندا)

## 15- غيرالله جن کان دعائون گهريون ٿيون وڃن سي خود پنهنجي مدد نٿا ڪري سگهن:

وَالَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ نَصْرَکُمْ وَلَآ اَنْفُسَهُمْ

يَنۡصُرُوۡنَ○ (الاعراف: 197)

”۽ (اي مشرڪو!) جن کي اوهان الله کان سواءِ (پنهنجي مدد لاءِ) پڪاريو ٿا. اهي اوهان جي مدد جي قدرت نٿا رکن پر اهي تہ پنهنجي مدد بہ ڪري نٿا سگهن.“

- انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ:

a- غيرالله ”من دون الله“ آلهه انسانن جي مدد نٿا ڪري سگهن.

b- انهن کان دعا ڪرڻ جائز نہ آهي.

c- اهي پين جي مدد تہ ڇا ڪندا، پنهنجي مدد بہ ڪري نٿا سگهن.

16- موت جي وقت فرشتن کي ڏسي مشرڪ بہ ”من دون الله“ کي وساري ٿا ڇڏين، جن کان دعائون گهريون ٿيون وڃن:

قرآن موت جو نقشو چٽي انساني فطرت کان مطالعو ٿو ڪري تہ هو توحيد اختيار ڪري.

اِذَا جَآءَتۡهُمۡ رُسُلُنَا يَتَوَفَّوۡنَهُمۡ ۙ قَالُوۡۤا اَيۡنَ مَا كُنۡتُمۡ تَدۡعُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ ؕ

”جڏهن اسان جا موڪليل ملائڪ انهن جا روح قبض ڪرڻ لاءِ پهچندا تہ ان وقت کان پڇندا، ٻڌايو هاڻي ڪٿي آهن اوهان جا معبود؟ جن کي اوهان الله جي بدران پڪاريندا هئا (دعا گهرندا هئا)

قَالُوۡا ضَلُّوۡا عَنَّا وَشَهِدُوۡا عَلٰۤى اَنۡفُسِهِمۡ اَنَّهُمۡ كَانُوۡا كٰفِرِيۡنَ○

(الاعراف:37)

اهي چوندا سڀ اسان کان گم ٿي ويا ۽ پاڻ پنهنجي خلاف شاهدي

ڏيندا تہ اسان واقعي حق جا منڪر ھئاسون.“

## 17- من دون الله فائدو يا نقصان نٿا ڏيئي سگھن ان ڪري انھن ڪي پڪارڻ بيڪار آھي:

قرآن صاف صاف حڪم ڏئي ٿو:

وَلَا تَدۡعُ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مَا لَا يَنۡفَعُكَ وَلَا يَضُرُّكَ. (يونس:106)

”۽ الله کي ڇڏي ڪنھن اھڙي ھستيءَ کي نہ پڪار! (ڪنھن ٻي کان دعا نہ ڪر) جيڪا توکي نہ فائدو پھچائي سگھي ۽ نہ نقصان.“

## 18- من دون الله کي پڪارڻ، پاڻيءَ کي پڪارڻ برابر آھي. پاڻي نہ سميع آھي ۽ نہ قدير:

سورة الرعد ۾ من دون الله کي پاڻيءَ سان مشابھت ڏني وئي آھي. پاڻي نہ تہ سميع آھي ۽ نہ قدير. پاڻي پاڻ مرادو انسان جي منھن (وات) ۾ نٿو اچي سگھي، من دون الله نہ تہ دعائون ٻڌي سگھن ٿا، نہ دعا جي جواب ۾ انسان جي ڪا ضرورت پوري ڪري سگھن ٿا.

لَهٗ دَعۡوَةُ الۡحَقِّ ؕ وَالَّذِيۡنَ يَدۡعُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِهٖ لَا يَسۡتَجِيۡبُوۡنَ لَهُمۡ بِشَيۡءٍ اِلَّا كَبَاسِطِ كَفَّيۡهِ اِلَى الۡمَآءِ لِيَبۡلُغَ فَاهُ وَمَا هُوَ بِبَالِغِهٖ ؕ وَمَا دُعَآءُ الۡكٰفِرِيۡنَ اِلَّا فِيۡ ضَلٰلٍ ۝ (الرعد:14)

”ان (الله) کي پُڪارڻ برحق آھي، باقي رھيون ٻيون ھستيون جن کي، (الله کي ڇڏي) اھي پڪارن ٿا اھي انھن جي دعائن جو ڪو جواب نٿا ڏيئي سگھن. انھن کي پڪارڻ تہ ائين آھي جيئن ڪو شخص پاڻيءَ

ڏانهن هٿ ڏگهيري ان کي درخواست ڪري تہ تون منهنجي وات تائين پهچي وڃ، حالانڪ پاڻي ان تائين پهچڻ وارو ناهي. اهڙي طرح ڪافرن جون دعائون بہ ڪجهہ ناهن اهي بلڪل بيڪار آهن.“

## 19- الله ڪان دعا ڪندي ان سان گڏ ڪنهن ٻئي ڪان بہ دعا ڪرڻ حرام آهي:

”ڪي ماڻهو الله ڪان دعا نہ ڪندا آهن، رڳو غيرالله ڪان دعا ڪندا آهن، اهو تہ ڪفر آهي. ڪي ماڻهو الله ڪان بہ دعا ڪندا آهن ۽ ٻين ڪان بہ دعا ڪندا آهن. اهو شرڪ في الدعا آهي. ٻين لفظن ۾ انهن گمراهن جو هي عقيدو هوندو آهي تہ الله بہ اختيار رکي ٿو ۽ ٻيون هستيون بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ضروري اختيار رکن ٿيون. ان ڪري انهن هستين ڪان دعا ڪرڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي. ليڪن قرآن ان ڪان بہ منع ڪئي.

وَاَنَّ الْمَسٰجِدَ لِلّٰهِ فَلَا تَدْعُوْا مَعَ اللّٰهِ اَحَدًا ○ (الجن:18)

”۽ هي تہ مسجدون الله جي لاءِ آهن، تنهنڪري انهن ۾ الله سان گڏ ڪنهن ٻئي کي نہ پڪاريو.“

## 20- الله جا ٻانها الله ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن ڪان دعا نہ ڪندا آهن:

سورة الفرقان ۾ ”عبادالرحمٰن“ جون صفتون بيان ڪيون ويون آهن، انهن مان هڪ صفت هي بہ آهي تہ هي الله ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي ڪان دعا نہ ڪندا آهن. ولي بڻجڻ لاءِ توحيد پهريون شرط آهي.

وَالَّذِيْنَ لَا يَدْعُوْنَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ. (الفرقان:68)

”رحمٰن جا ٻانها اهي آهن جيڪي الله ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي معبود کي نہ پڪاريندا آهن.“

21- من دون الله، کان دعا ڪرڻ وارو ڪافر ڪامياب نہ ٿيندو:

قرآن چوي ٿو تہ "من دون الله" کان دعا ڪرڻ وارو پاڻ وٽ ڪو دليل يا برهان نٿو رکي. اهو ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندو.

وَمَنْ يَّدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰـهًا اٰخَرَ لَا بُرْهَانَ لَهٗ بِهٖ فَاِنَّمَا حِسَابُهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْكٰفِرُوْنَ ○ (مؤمنون:117)

"۽ جيڪو الله سان گڏ ڪنهن ٻئي معبود کي پڪاري جنهن لاءِ وٽس ڪو دليل نہ هجي، تہ ان جو حساب ان جي رب وٽ آهي، اهڙا ڪافر ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندا."

22- من دون الله، کان دعا ڪرڻ وارن کي عذاب ڏنو ويندو:

قرآن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن کي چيو ويو تہ هو بہ جيڪڏهن غيرالله کان دعا ڪندو تہ عذاب ڏنل ماڻهن ۾ شامل ٿي ويندو.

فَلَا تَدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰـهًا اٰخَرَ فَتَكُوْنَ مِنَ الْمُعَذَّبِيْنَ ○

(الشعراء:213)

"(اي نبي ﷺ!) الله سان گڏ ڪنهن ٻئي معبود کي نہ پڪار! نہ تہ تون بہ سزا پائڻ وارن ۾ شامل ٿي ويندين."

23- ڪافرن جي ناگواري هوندي بہ الله کان ئي دعا ڪئي ويندي:

فَادْعُوا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ وَلَوْ كَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ. (مؤمن:14)

"الله کي ئي پڪاريو! پنهنجي دين کي ان لاءِ خاص ڪندي، توڙي اوهان جو اهو فعل ڪافرن کي ڪيترو بہ برو لڳي."

# بيان جو تت

1- الله تعاليٰ هر هڪ جون دعائون ٻڌي ٿو. جوابي ڪاروائي ڪري ٿو. ٻي ڪا هستي نه دعائون ٻڌي ٿي. نه جوابي ڪاروائي ڪري سگهي ٿي. (المؤمن:60)

2- الله تعاليٰ جيئن ته زنده اله آهي. ان ڪري ان کان دعا ڪرڻ جائز آهي. ٻيون هستيون ڇاڪاڻ ته اله نه آهن ۽ زنده به نه آهن ان ڪري انهن کان دعا ڪرڻ ناجائز آهي. (المؤمن:65)

3- پنهنجو دين الله لاءِ خالص ڪندي ان کان دعا ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. (الاعراف:29)

4- الله کان دعا ڪرڻ فطرت جي بلڪل مطابق آهي جڏهن ته ٻين کان دعا ڪرڻ فطرت جي خلاف آهي. (الانعام:40-41)

5- الله تعاليٰ تمام ويجهو آهي، ساهه واري رڳ کان به وڌيڪ ويجهو. ان ڪري ان تائين پهچڻ لاءِ دعا ۾ ڪنهن واسطي يا وسيلي جي ضرورت نه آهي. (البقره:62)

6- توحيد في الدعائي حق آهي ۽ من دون الله کان دعا گهرڻ باطل آهي. (الحج:62)

7- ٻيون هستيون جن کان ماڻهو دعائون گهرندا آهن ضعيف، بي وس ۽ بي اختيار آهن. واريءَ جي ذري جيترو به اختيار نٿا رکن. جڏهن ته الله ڪامل اختيار رکي ٿو. (الحج:73)

8- من دون الله، ڪارڪ جي کڪڙيءَ جي کل جيترو به اختيار نٿا رکن. (الفاطر:13)

9- اهي دعائون ڪونه ٿا ٻڌن، جي ٻڌي سگهن ته جواب ڏيئي نه سگهندا. جڏهن ته الله سميع ۽ بصير آهي ۽ عليم آهي. (الفاطر:14)

10- من دون الله، قيامت تائين جواب نٿا ڏيئي سگهن. اهي غافل، لاعلم ۽ بي خبر آهن جڏهن تہ الله باخبر ۽ عليم هستي آهي. (الاحقاف:5)

11- من دون الله، خالق ناهن بلڪ مخلوق آهن، مرده آهن، زنده ناهن. ڪين اها بہ خبر ناهي تہ ڪيترو وقت قبرن ۾ پيا رهندا. (النحل:20-21)

12- من دون الله، پين جي تہ ڇا پر پنهنجي مدد بہ نٿا ڪري سگهن.

(الاعراف:197)

13- من دون الله، ڪو فائدو يا نقصان پهچائي نٿا سگهن ان ڪري انهن کي پڪارڻ ۽ انهن کان دعا گهرڻ حرام آهي. انهن کي سڏڻ ائين آهي جڻڪ پاڻيءَ کي سڏڻ. (الرعد:14)

من دون الله مک بہ پيدا ڪري نٿا سگهن. (الحج:73)

14- دليل کان سواءِ، الله سان گڏ ٻين کي بہ پڪارڻ وارو فلاح حاصل ڪري نٿو سگهي. (المؤمنون:117)

15- غيرالله کان دعا ڪرڻ وارن کي عذاب ڏنو ويندو. (الشعراء:213)

16- ڪافرن جا ناراضيءَ جي باوجود الله کان ئي دعا ڪئي ويندي.

(المؤمن:14)

17- الله جي بدران غيرالله کان دعا ڪرڻ بہ حرام آهي. (الجن:20)

18- ۽ الله سان گڏ ٻين کان بہ دعا ڪرڻ بہ حرام آهي. (الجن:18)

## سوال

1- من دون الله کان دعا گهرڻ ڇو حرام آهي؟ عقلي ۽ نقلي دليل بيان ڪيو.

2- صرف الله کان ئي دعا ڇو گهرجي؟

3- الله ۽ من دون الله جي اختيارن، صفتن ۽ حقن جي فرق کي هڪ چارٽ جي صورت ۾ واضح ڪيو.

## ارشاد باري تعاليٰ آهي:

قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِى الْمُلْكَ
مَنْ تَشَآءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَآءُ
وَتُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ ط
بِيَدِكَ الْخَيْرُ ط اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ
قَدِيْرٌ ○ (آل عمران:٢٦)

”اي رسول (صلي الله عليه وسلم) چؤ تہ اي الله! اي بادشاهت
جا مالڪ! تون جنهن کي چاهين بادشاهت
ڏين ٿو ۽ جنهن کان چاهين بادشاهت کسي
وٺين ٿو ۽ تون جنهن کي وڻيئي عزت ڏين ۽
جنهن کي چاهين ذليل ڪرين. هر طرح جي
ڀلائي تنهنجي هٿ ۾ آهي. بيشڪ تون هر
شيءِ تي وس وارو آهين.“

# توحيد استغفار

الله تعاليٰ جي صفتن مان هڪ صفت مغفرت بہ آهي. الله جي باري ۾ هي عقيدو رکڻ تہ رڳو اهوئي اسان جا گناهہ معاف ڪري سگهي ٿو، ”توحيد استغفار“ چئجي ٿو. ان صفت جي بيان لاءِ قرآن مجيد ۾ ان جا ٽي سهڻا صفاتي نالا (الاسماء الحسنيٰ) استعمال ٿيا آهن. غافر، غفور ۽ غفار.

غَفَرَ يَغْفِرُ، معنيٰ لڪائڻ ۽ ڍڪڻ آهي.

## 1- غَافِرٌ:

اسم فاعل آهي، مغفرت ڪرڻ واري کي غافر چئجي ٿو. غافر اها ذات پاڪ آهي جيڪا قيامت ۾ گناهن تي پردو وجهندي. قرآن ۾ آهي:

غَافِرِ الذَّنْبِ هو گناهن کان معاف ڪرڻ وارو آهي. (المؤمن:3)

وَمَنْ يَّغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّا اللّٰهُ. (آل عمران:135)

”آخر الله کان سواءِ ڪير گناهہ معاف ڪري سگهي ٿو؟“

مخلوق ڪيڏو بہ وڏو درجو رکندڙ هجي، قيامت جي ڏينهن مغفرت جو اختيار نٿي رکي، ڪٿي اهو نبي هجي، رسول هجي، ولي هجي، صحابي هجي، امام هجي. اها ئي ڳالهہ سيد الاستغفار ۾ بہ چئي وئي آهي، جنهن جي آخر ۾ انسان چوي ٿو:

لَا يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّآ اَنْتَ. (بخاري الدعوات باب 20)

”اي الله! توکان سواءِ ڪا ٻي اهڙي هستي ڪانهي جيڪا گناهن کان معاف ڪري سگهي.“

## 2- غَفُوْرٌ:

غَفُوْرٌ، فَعُوْلٌ جي وزن تي اسم صفت ۽ اسم مبالغه آهي. اسم صفت دائمي هئڻ جو اثر آهي. غفور اها هستي آهي جيڪا تمام گهڻي ۽ هميشه مغفرت فرمائڻ واري آهي.

فَمَنِ اضْطُرَّ فِيْ مَخْمَصَةٍ غَيْرَ مُتَجَانِفٍ لِّاِثْمٍ ۙ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ○ (المائده:3)

”البت جيڪو شخص بک کان مجبور ٿي حرام کائي ۽ جيڪو گناهه ڏانهن ميل نه رکندو هجي، ته اهڙي شخص لاءِ الله تعاليٰ نهايت گهڻو معاف ڪرڻ وارو ۽ تمام گهڻو رحم فرمائڻ وارو آهي.“

## 3- غَفَّارٌ:

غَفَّارٌ، فَعَّالٌ جي وزن تي اسم مبالغو آهي. غفار اهو آهي جو بي حد و حساب مغفرت فرمائي ۽ جو ملائڪن جي اکين کان به بندن جي گناهن کي لڪائي.

وَاِنِّيْ لَغَفَّارٌ لِّمَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا ثُمَّ اهْتَدٰى. (طٰهٰ:82)

”۽ مان يقيناً تمام گهڻي مغفرت ۽ درگذر ڪرڻ وارو آهيان، هر ان شخص لاءِ جيڪو توبه ڪري ۽ نيڪ عمل ڪري ۽ مسقبل ۾ سڌو هلندو رهي.“

# بيان جو تَتُ

1- مغفرت الله تعاليٰ جوئي اختيار آهي.

2- الله قيامت جي ڏينهن جو مالڪ آهي. ﴿مَالِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ﴾ (الفاتحه:3)

3- قيامت جي ڏينهن سمورا اختيار الله تعاليٰ کي هوندا.

﴿وَالْاَمْرُ يَوْمَئِذٍ لِّلّٰهِ﴾ (الانفطار:19)

4- رڳو الله تعاليٰ ئي مغفرت فرمائيندو. (آل عمران:135)

5- الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي ڪا اهڙي با اختيار هستي نہ آهي جيڪا محشر جي ڏينهن گناهن جي پردہ پوشي ڪري سگهي، گناهہ معاف ڪري، درگذرن کان ڪم وٺي، ۽ گناهن تي سزا نہ ڏي. ان ڪري مخلوق کي هر وقت الله تعاليٰ کان ئي مغفرت طلب ڪرڻ گهرجي.

# سوال

a. قرآن ۾ (غ ف ر) لفظن سان الله جا ڪيترا نالا استعمال ٿيا آهن؟ هر هڪ کي مثال ڏئي سمجهايو.

b. توحيدِ استغفار جو سيد الاستغفار سان ڪهڙو تعلق آهي؟

# پناھ گھرڻ جي توحيد

- **وصف:**

رڳو الله تعاليٰ کان پناھ گھرڻ کي توحيد استعاذه چئبو آھي. اھو بہ توحيد عبادت ۽ توحيد دعا جوئي ھڪ قسم آھي.

الله تعاليٰ جيئن تہ زبردست آھي، طاقتور آھي، بااختيار آھي، ان ڪري ڪنھن مخلوق جن يا انسان کان انديشو ھجي تہ رڳو الله کان ئي پناھ گھرڻ ڪپي. الله کان سواءِ ٻي ڪنھن ھستيءَ کان پناھ گھرڻ شرڪ في الاستعاذه آھي.

- **سوال ۽ استعاذه جو فرق:**

سوال بہ دعا آھي. استعاذه بہ دعا آھي. حديث ۾ سوال "اَللّٰھُمَّ اِنِّیۡ اَسۡئَلُکَ" سان شروع ٿئي ٿو ۽ استعاذه "اَللّٰھُمَّ اِنِّیۡ اَعُوۡذُبِکَ" سان شروع ٿئي ٿو. سوال ۾ پانھو گھرندو آھي تہ ڪيس ڇا ڇا ڪپي جڏھن تہ استعاذه ۾ پناھ گھرندو آھي تہ ھو ڪھڙين شين کان بچڻ چاھي ٿو ۽ ڪنھن ڪنھن جي شر کان حفاظت گھري ٿو.

## الله تعاليٰ ئي پناھ ڏيڻ وارو آھي

پناھ ڏيڻ واري لاءِ ضروري آھي تہ ھو طاقتوارو ۽ اقتدار جو صاحب ھجي. ڪوبہ انسان ڪنھن ڪمزور ھستيءَ جي پناھ حاصل نٿو ڪري. قرآن حڪم ڏنو آھي تہ، انسانن ۽ جنن جي شر کان بچڻ لاءِ اسان کي الله تعاليٰ جي پناھ حاصل ڪرڻ گھرجي.

﴿قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ۝ ......... مِنَ الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ۝﴾

رسول الله ﷺ جن اسان کي 100 جي لڳ ڀڳ اهڙيون دعائون سيکاريون آهن جيڪي " اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اَعُوْذُبِكَ مِنْ ....... سان شروع ٿين ٿيون. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ هر ننڍي طاقت جي شر کان بچڻ لاءِ سڀ کان وڏي طاقت الله جي پناھ ورتي وڃي.

پراڻي زماني ۾ ماڻهو ڪنهن خاص واديءَ ۾ داخل ٿيندا هئا تہ ان واديءَ جي مخصوص جنّ کان پناھ گهرندا هئا. هن زماني ۾ بہ ڪي ماڻهو نانگ وڇونءَ نڪرڻ تي حضرت سليمان ؑ جي پناھ گهرندا آهن. اسان جا ڪي پهلوان اکاڙي ۾ لهڻ کان پوءِ "يا علي" جو نعرو هڻي حضرت علي رضي الله عنه جي پناھ گهرندا آهن. پناھ اصل ۾ مدد گهرڻ جي هڪ صورت آهي. قرآن جنن کان پناھ گهرڻ کي، جنن جي عبادت قرار ڏنو آهي. فرمايو ويو:

كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ الْجِنَّ. (سبا:41)

"اهي جنن جي عبادت ڪندا هئا."

ان آيت جي وضاحت هيٺين آيت مان ٿئي ٿي تہ اهي ڪيئن جنن جي عبادت ڪندا هئا:

وَاَنَّهٗ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْاِنْسِ يَعُوْذُوْنَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ (الجن:6)

"۽ انسانن مان ڪي جنن جي ڪن فردن جي پناھ طلب ڪندا هئا."

- الله تعاليٰ "مُجير" آهي يعني پناھ ڏيڻ وارو ۽ سڀ کان وڏيڪ طاقتور آهي.

پلا ڪير ان جو مقابلو ڪري سگهي ٿو؟ فرمايو ويو:

وَهُوَيُجِيْرُوَلَايُجَارُعَلَيْهِ. (المؤمنون:88)

”هو پناھ ڏيندو آهي ۽ پيو ڪوبہ الله تعاليٰ جي مقابلي ۾ پناھ نٿو ڏيئي سگهي.“

قرآن جي آخري ٻن سورتن ۾ انسانن کي هدايت ڪئي وئي آهي تہ اهي مخلوقات جي شر کان بچڻ لاءِ رات جي شر کان بچڻ لاءِ، وسوسن کان بچڻ لاءِ، انسانن، شيطانن ۽ جنن جي شر کان بچڻ لاءِ رب الناس، اله الناس، ملڪ الناس جي پناھ حاصلن ڪن.

## سوال

1- قرآن ۾ بيان ڪيل جنن جي عبادت جو ڪهڙو مفهوم آهي؟

2- پناھ ڪنهن جي وٽبي آهي؟

3- قرآن جي آخري سورتن ۾، ڪهڙيون صفتون رکندڙ هستيءَ کان پناھ گهرڻ جو حڪم ۽ ڪهڙي ڪهڙي مخلوق جي شر کان بچڻ جو حڪم آهي؟

4- توحيدِ استغاذه جي وصف بيان ڪيو.

5- سوال ۽ استعاذه جو فرق بيان ڪيو.

6- حديث جي ڪتابن مان اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ سان شروع ٿيندڙ ويھ (20) دعائون پنهنجي ڪاپي تي ترجمي سان گڏ لکو ۽ حفظ ڪيو.

7- حديث جي ڪتابن مان اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُبِكَ سان شروع ٿيندڙ ويھ (20) دعائون پنهنجي ڪاپي تي ترجمي سان گڏ لکو ۽ حفظ ڪيو.

# توحيد تشريع (حاڪميت)

- وصف:

توحيد حاڪميت يا توحيد تشريع جو مطلب هي آهي تہ سيني دنيا جي ڪمن ۾ الله تعاليٰ کي ئي حاڪم ۽ شارح سمجهڻ گهرجي. الله تعاليٰ ئي حاڪمِ اعليٰ آهي. الله جي باري ۾ هي عقيدو ڪافي نہ آهي تہ اهو خالق آهي ۽ اهو رب آهي. اسلام جو مطالبو هي آهي تہ ان کي خالق بہ مڃيو وڃي، تہ رب بہ مڃيو وڃي، مالڪ بہ مڃيو وڃي، بادشاهہ بہ مڃيو وڃي، صاحب تصرف بہ مڃيو وڃي. تہ حاڪم ۽ شارع بہ مڃيو وڃي. آخري رسول حضرت محمد ﷺ جن جي ذريعي مليل شريعت جي هر فيصلي کي تسليم ڪرڻ بہ لازمي ۽ ضروري آهي. ڇوتہ تڪويني اقتدار سان گڏ تشريحي اقتدار بہ الله تعاليٰ جو حق آهي.

جيڪا هستي آسمانن تي حڪمراني ڪري رهي آهي، رڳو ان کي ئي ڌرتيءَ تي حڪمراني جو حق آهي.

# توحيد ملوڪيت

حڪمراني، اقتدار ۽ بادشاهت الله جي ئي آهي جنهن ۾ ان سان ڪو شريڪ نہ آهي. ان حقيقت جو نالو توحيد ملوڪيت يا توحيد حاڪميت آهي.

- هيٺين آيتن تي غور ڪيو:

a- لَهُ الْمُلْكُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ (الزمر:6)

"بادشاهي ان جي آهي، ان کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي."

b- لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (الزمر:44)

"آسمانن ۽ زمين جي بادشاهيءَ جو مالڪ اهو آهي."

c- وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ شَرِيْكٌ فِي الْمُلْكِ.

(الفرقان:2)

"بادشاهيءَ ۾ ان جو جو ڪو شريڪ نہ آهي." (اهو اڪيلو حڪومت ڪري رهيو آهي)

d- بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ. (يٰس:183)

"هر شيءِ جي بادشاهي ان جي هٿ ۾ آهي."

e- مَلِكِ النَّاسِ. (الناس:2)

"انسانن جو بادشاهہ آهي."

f- لِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ. (الشوريٰ:49)

"زمين ۽ آسمانن جي بادشاهي صرف الله جي لاءِ ئي آهي."

خيال رهي تہ زمين جي بادشاهت بہ الله تعاليٰ جي ئي آهي. فرعونن، نمرودن، ۽ بالادست رياستن جي حڪمرانن کي سپر پاور سمجهڻ شرڪ في الملوڪيت آهي. ڪمزور مسلمان، ڪافرن جي طاقت کان رعب ۾ اچي ٿا وڃن. ليڪن الله تعاليٰ قرآن ۾ فرمائي ٿو:

لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِي الْبِلَادِ. (آل عمران:196)

"دنيا جي ملڪن ۾ خدا جي نافرمان ماڻهن جي هلڻ چلڻ کان ڪنهن دوکي ۾ مبتلا نہ ٿيو."

اڄ جا ڪمزور مسلمان آمريڪا جي عراق تي ۽ روس جي شيشان تي

بمباري ڏسن ٿا ۽ مسلمانن جي مسڪيني، بدحالي، بي وسي ۽ لاچاري جا منظر اخبارن ۾ ٿي ويءَ تي ڏسن ٿا تہ وڏين طاقتن جي جاهہ ۽ جلال کان مرعوب ٿي مسلم امت جي مستقبل کان مايوس ٿي ٿا وڃن. پر الله جي شيرن کي جن جي نگاهہ ۾ الله جي قوت، طاقت، اقتدار، بادشاهي ۽ ملوڪيت سمايل رهي ٿي، اهي دنيا جي طاقتن کي ڪک برابر بہ نٿا سمجهن. پاڻ کي الله جي فوج جو سپاهي سمجهي باطل جي خلاف صف ناهي بيهندا آهن. الله جي ڪلمي کي بلند ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اڪيلي الله کي طاقت جو منبع ۽ اقتدار جو مالڪ سمجهندا آهن. ان کان ئي ڊڄندا آهن. اهائي توحيد حاڪميت يا توحيد ملوڪيت آهي.

## حاڪميت الاهي

اسان جي دؤر ۾ جڏهن جمهوريت ۽ سيڪيولرازم جون صدائون هر طرف بلند ٿي رهيون آهن ۽ اسلامي عقيدن ۽ اسلامي ثقافت ۽ تهذيب تي سخت حملا لڳاتار ٿي رهيا آهن. هر لکيل پڙهيل مسلمان لاءِ لازمي ۽ ضروري آهي تہ اهي حاڪميت الاهي (توحيد تشريع) جي عقيدي کي صحيح طور سمجهن. اسلام جو مطالبو هي آهي تہ الله کي صرف خالق ئي نہ پر رب بہ تسليم ڪيو وڃي. ان سان گڏ ان کي حاڪم ۽ شارع Law Giver بہ تسيلم ڪيو وڃي. الله جي تڪويني حاڪميت سان گڏ ان جي تشريعي حاڪميت کي بہ تسليم ڪيو وڃي.

مغرب چاهي ٿو تہ اسلام کي بہ عيسائيت وانگر چرچ ۽ مسجد ۾ محدود ڪيو وڃي. مغرب نٿو چاهي تہ قرآن ۽ سنت جي مطابق دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪا الاهي حڪومت قائم ٿئي. هو نٿا چاهين تہ قرآن ۽ سنت جي قانونن جي مطابق دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ عدالتي نظام قائم ٿئي. مغرب چاهي ٿو تہ سود تي ٻڌل معاشي نظام کي مسلمان رد نہ

ڪن ۽ غير سودي نظام کي پنهنجي ملڪن ۾ رائج ۽ نافذ نہ ڪن.

مغربي جمهوريت هڪ مادر پدر آزاد جمهوريت آهي، جيڪا ڪنهن روحاني ۽ اخلاقي حدن ۽ پابندين جي قائل نہ آهي. ان ۾ عوام جي چونڊيل نمائندن کي حق حاصل آهي تہ اهي هر قسم جا فيصلا ڪن. اسلام اهڙي آزاد جمهويت جو قائل نہ آهي. جمهوريت ۾ عوام جي راءِ کي ريفرنڊم جي ذريعي معلوم ڪيو ويندو آهي يا عوام جي نمائندن جي راءِ کي پارليامينٽ ۾ ڏٺو ويندو آهي.

پاڪستان جي دستور ۾ قرارداد مقاصد ذريعي حاڪميت الاهيءَ کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ اٺين ترميم جي ذريعي ان کي دستور جو مستقل حصو بنايو ويو آهي. وفاقي شعر عدالت کي اهو اختيار ڏنو ويو آهي تہ هر ان قانون جو جائزو وٺي جيڪو قرآن ۽ سنت سان ٽڪرائي. اها ڳالهہ مغرب وارن کي هرگز پسند نہ آهي ۽ مغرب مختلف طريقن سان ڪوشش ڪندو رهيو آهي تہ ان دستور کي ترڪي وانگر سيڪيولر بنايو وڃي.

- **توحيد تشريع ۽ سيڪيولرازم:**

سيڪيولرازم جو مطلب لامذهبي يا لاديني نہ آهي، بلڪ ان جو مطلب هي آهي تہ حڪومت ۽ رياست جو مذهب سان ڪو تعلق نہ هئڻ گهرجي. سيڪيولرازم مذهب کي گهر مسجد ۽ عبادت خانن تائين محدود ڪري ٿو ڇڏي. ان جو توحيد، ربوبيت ۽ توحيد الوهيت سان ڪو جهيڙو نہ آهي. ان جو جهيڙو توحيد تشريع سان آهي. سيڪيولرازم ۽ اسلام هڪ ٻئي جو ضد آهن.

سيڪيولرازم اهو گوارا نٿو ڪري تہ سيڪيولر ملڪ ۾ اسلامي سزائون نافذ هجن، سود تي پابندي هجي، ميوزڪ ۽ ناچ گاني تي پابندي هجي،

عرياني ۽ فحاشيءَ تي پابندي هجي. البتہ عبادتن جي اجازت آهي، ان ڪري سيڪيولرازم تصوف کي همٿائي ٿو. مغرب جي سيڪيولر ملڪن جي نظر ۾ تصوف هڪ اهڙو فسلفو آهي جنهن مان انهن جي سياسي ۽ مالي مفادن کي ڪو ڌڪ نٿو لڳي ۽ هو تصوف سان گڏ رهي سگهي ٿو. ان جي برخلاف سيڪيولرازم اسلامي شريعت جو دشمن آهي.

سيڪيولرازم جي نقطہ نظر ۾ فوجداري قانونن، معاشي عائلي قانونن وغيره ۾ خدا ۽ مذهب جو ڪو ڪردار نہ هئڻ گهرجي. انهن سڀني ڪمن ۾ عوام جي راءِ ۽ انهن جي نفس جي خواهشن ۽ انهن جي نمائندن جي راءِ ئي حاڪم اعليٰ آهي.

- هر مسلمان تي اها ڳالهہ واضح آهي تہ جنهن الله اسان کي نماز ادا ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، ان چور جو هٿ ڪاٽڻ جو حڪم ڏنو آهي.

جنهن الله اسان کي روزن ۽ حج جو حڪم ڏنو آهي ان اميرن کان زڪواة وصول ڪرڻ، غير شادي شده زاني مرد ۽ عورت کي ڪوڙا هڻڻ ۽ غير شادي شده زاني مرد ۽ عورت کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي.

جنهن الله اسان کي سچ ڳالهائڻ، امانتون واپس ڪرڻ، وصيت ۽ وراثت جو حڪم ڏنو آهي، ان سود، فحاشي ۽ عريانيءَ کي حرام قرار ڏنو آهي. الله تعاليٰ جي حڪمن ۾ ڪجھ قبول ۽ ٻيا رد ڪري نٿا سگهجن. نہ اسلام کي ذاتي عملن تائين محدود ڪري ٿو سگهجي. اسلام هڪ نظامِ حيات آهي. الله تعاليٰ شارع (Law Giver) آهي. هن عبادتن جو بہ حڪم ڏنو آهي تہ معاشرتي قانونن جو بہ حڪم ڏنو آهي، هن معاشي قانونن جو بہ حڪم ڏنو آهي. الله تعاليٰ اخلاقن جي بہ تعليم ڏني آهي. هن اجتماعي طرز تي پڏل هڪ مضبوط رياست ٺاهڻ جو بہ حڪم ڏنو آهي،

جتي اسلام جو عدل جو نظام رائج هجي.

- هي آيتون ڏسو:

## 1- خالق کي ئي حڪم ڪرڻ جو حق آهي:

(a) اَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْاَمْرُ تَبَارَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ○ (الاعراف:54)

”ٻڌو! ان جي خلق آهي ۽ ان جو امر آهي، وڏو برڪت وارو آهي، الله سڀني جهانن جو مالڪ ۽ پروردگار آهي.“

ان آيت مان معلوم ٿيو تہ خالق کي ئي حاڪم ۽ آمر هئڻ جو حق آهي.

(b) بَلْ لِّلّٰهِ الْاَمْرُ جَمِيْعًا○ (الرعد:31)

”بلڪ سمورو امر ۽ اختيار الله جي ئي هٿ ۾ آهي.“

(c) يُدَبِّرُ الْاَمْرُ (يونس:3)

”الله ئي ڪائنات جو انتظام هلائي رهيو آهي.“

(d) يَتَنَزَّلُ الْاَمْرُ بَيْنَهُنَّ لِتَعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ○ لا

(الطلاق:12)

”انهن (زمين ۽ آسمانن) جي وچ ۾ حڪم نازل ٿيندو رهندو آهي. (اها ڳالهہ هن لاءِ ٻڌائي ٿي وڃي تہ) اوهان کي ڄاڻ هجي تہ الله هر شيءِ تي قدرت رکي ٿو.“

مٿين آيتن مان خبر پئي تہ الله ئي خالق بہ آهي ۽ حاڪم بہ. الله اهڙو حاڪم آهي، جنهن جي هٿ ۾ سمورا اختيار آهن. الله تدبير ڪندڙ آهي. هو اهڙو مدبر آهي، جيڪو پنهنجي حڪمت ۽ ڏاهپ کي، پنهنجي قدرت ۽ طاقت سان دنيا ۾ نافذ ڪندو آهي.

تنهن ڪري ڪيس بهترين حاڪم ﴿خَيْرُ الْحٰكِمِيْنَ﴾ ۽ ﴿اَحْكَمُ الْحَاكِمِيْنَ﴾ چيو ويو.

(e) وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْكٰفِرُوْنَ ○ (المائده:44)

"۽ جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل قانونن جي مطابق فيصلو نہ ڪن، اهي ئي ڪافر آهن."

(قرآن ۾ ٻي جاءِ تي اهڙن ماڻهن کي فاسق ۽ ظالم بہ ڪوٺيو ويو آهي)

(f) اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ (الانعام:57)

"فيصلي جو سمورو اختيار الله کي ئي آهي."

(g) اَلَا لَهُ الْحُكْمُ وَهُوَ اَسْرَعُ الْحٰسِبِيْنَ ○ (الانعام:62)

"خبردار! فيصلي جا سڀ اختيار ان کي ئي حاصل آهن ۽ هو حساب وٺڻ ۾ تمام تيز آهي."

- مٿيون ٻئي آيتون سورة الانعام جون آهن، جيڪا مڪي سورة آهي. ان سورت ۾ مشرڪين جي هٿرادو حلال ۽ حرام جي قانونن کي باطل چيو ويو آهي.

اَمْ لَهُمْ شُرَكٰٓؤُا شَرَعُوْا لَهُمْ مِّنَ الدِّيْنِ مَا لَمْ يَاْذَنْ بِهِ اللّٰهُ ؕ

(الشوريٰ:21)

"ڇا انهن جا ڪي شريڪ خدا آهن جن انهن لاءِ اهو دين ٺاهيو آهي جنهن جو اذن الله نہ ڏنو آهي."

- سورة الشوريٰ جي ان آيت مان معلوم ٿيو تہ:

1- مڪي جي مشرڪن جو عقيدو هو تہ غيرالله بہ دين جي شريعت ٺاهي آهي.

2- مڪي جي مشرڪن جي ان عقيدي ۽ ان شريعت جي الله تعاليٰ هرگز اجازت نہ ڏني آهي.

3- (الدين) مان مراد محڪوميت، اطاعت، بندگي آهي، جنهن ۾ اسلام جا سڀ حڪم بہ شامل هوندا آهن.

4- (شَرَعُوا لَهُمۡ) انهن لاءِ قانون ٺاهيا. مان مراد حلال، حرام جا حڪم ۽ ٻيا سڀ حڪم آهن جيڪي خدائي حڪمن سان ٽڪراءَ ۾ آهن.

وَهُوَ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ لَهُ الۡحَمۡدُ فِى الۡاُوۡلٰى وَالۡاٰخِرَةِ وَلَهُ الۡحُكۡمُ وَاِلَيۡهِ تُرۡجَعُوۡنَ ○ (القصص:70)

”۽ هو الله آهي جنهن کان سواءِ ڪو بہ معبود نہ آهي، دنيا ۽ آخرت ۾ ان لاءِ تعريف آهي، حڪم ڏيڻ ان جو اختيار آهي ۽ ان ڏانهن اوهان کي موٽايو ويندو.“

2- الله تعاليٰ بهترين حاڪم آهي:

الله تعاليٰ نہ رڳو حاڪم آهي مگر (خَيۡرُ الۡحَاكِمِيۡنَ) آهي. (اَحۡكَمُ الۡحَاكِمِيۡنَ) آهي ۽ (خَيۡرُ الۡفَاصِلِيۡنَ) آهي. فرمايو ويو:

وَهُوَ خَيۡرُ الۡحٰكِمِيۡنَ ○ (الاعراف:87)

”اُهوئي سڀ کان بهتر فيصلو ڪندڙ آهي.“

اَلَيۡسَ اللّٰهُ بِاَحۡكَمِ الۡحٰكِمِيۡنَ ○ (التين:6)

”ڇا الله سڀني حاڪمن کان وڏو حاڪم نہ آهي؟“

## 3- الله تعاليٰ ئي سپر پاور (Super Power) آهي، اعليٰ عدالت آهي:

دنيا ۾ ڪي عدالتون ننڍيون هونديون آهن، انهن جي مٿان پيون وڏيون عدالتون هونديون آهن. ان ڪان مٿي هاءِ ڪورٽ، سپريم ڪورٽ هونديون آهن. هيٺين عدالتن جي فيصلي کي وڏين عدالتن ۾ چيلنج ڪري سگهبو آهي پر الله تعاليٰ اهڙو آخري حاڪم آهي، جنهن جي فيصلن ۾ ڪوبہ ڦير ڦار ڪري نٿو سگهي، اضافو نٿو ڪري سگهي، نظرثاني نٿو ڪري سگهي. هو آخري اٿارٽي آهي. دنيا جي عدالتن ۾ مقدما سالن جا سال هلندا رهندا آهن پر الله تعاليٰ جي عدالت ۾ فيصلا هڪدم ڪيا ويندا آهن. فرمايو ويو:

وَاللّٰهُ يَحْكُمُ لَا مُعَقِّبَ لِحُكْمِهٖ ۭ وَهُوَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ (الرعد:41)

”الله حڪومت ڪري رهيو آهي، ڪوبہ ان جي فيصلن تي نظر ثاني ڪرڻ وارو نہ آهي ۽ ان کي حساب وٺڻ ۾ دير نٿي لڳي.“

## 4- الله تعاليٰ کان بهتر ڪنهن جو فيصلو ٿي نٿو سگهي:

وَمَنْ اَحْسَنُ مِنَ اللّٰهِ حُكْمًا لِّقَوْمٍ يُّوْقِنُوْنَ (المائده:50)

”الله تي يقين رکڻ وارن لاءِ الله کان بهتر فيصلو ڪير ڪري سگهي ٿو؟“

## 5- الله تعاليٰ مشوري کان بي نياز آهي:

دنيا جي عدالتن ۾ هڪ کان وڌيڪ جج هوندا آهن ۽ جيوري جا ڪيترا ئي ميمبر هوندا آهن. جج پاڻ ۾ اختلاف ڪندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن

ڳڊيل فيصلا ٽيندا آهن ۽ ڪڏهن رائي جي گهٽائيءَ تي فيصلا ڪيا ويندا آهن. دنيا جي عدالتن جي برخلاف الله تعاليٰ جا سمورا فيصلا عدل تي مبني هوندا آهن. انهن ۾ غلطيءَ جو امڪان نہ هوندو آهي. الله تعاليٰ جو علم هر شيءِ تي محيط اهي. هو دلين ۽ نيتن ڪان واقف آهي. ان ڪي پنهنجي حڪومت ۾ نہ ڪنهن جي مشوري جي ضرورت هوندي آهي نہ هو پنهنجي فيصلن ۾ ڪنهن کي شريڪ ڪندو آهي. سورة الڪهف ۾ فرمايو ويو:

وَلَا يُشْرِكُ فِي حُكْمِهِ أَحَدًا ○ (الكهف:26)

”هو پنهنجي حڪومت ۽ حڪمن ۾ ڪنهن کي شريڪ نٿو ڪري.“

خبر پئي تہ اهو پنهنجي حڪم ۽ اختيار ۾ ڪنهن کي ساٿي نٿو بنائي، ڇوتہ هو پاڻ علم ۽ حڪيم آهي، ان ڪي ڪنهن جي مشوري جي ضرورت نہ آهي.

## 6- الله تعاليٰ ئي حاڪم مطلق آهي:

الله تعاليٰ حاڪم مطلق آهي. هو ڪنهن جي دٻاءَ ۾ نہ آهي. نہ هو ڪنهن کان ڊڄي عدل ۽ انصاف جو خون ٿو ڪري، نہ ڪنهن جي محبت ۾ ظلم تي ٻڌل فيصلو ٿو ڪري. دنيا جي عدالتن ۽ ان جي فيصلن تي ظالم حڪمرانن جو دٻاءُ هوندو آهي، جنهن ڪري اهي عدل نہ ڪنديون آهن. الله تعاليٰ سان اهو معاملو نہ آهي. فرمايو ويو:

إِنَّ اللَّهَ يَحْكُمُ مَا يُرِيدُ. (المائده:1)

”بيشڪ الله تعاليٰ جيڪي چاهي ٿو، حڪم ڏئي ٿو.“

## 7- اصل شارع ۽ قانون ساز الله آهي ان جا فيصلا برحق آهن:

صحيح ڳالهه اها آهي تہ الله تعاليٰ ئي اصل شارع (Law Giver) آهي. رڳو ان جا فيصلا حق تي ٻڌل هوندا آهن، ۽ اهائي هڪ اهڙي هستي آهي جا 100 سيڪڙو صحيح فيصلا ڪري سگهي ٿي. قرآن چوي ٿو:

اِنِ الۡحُكۡمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ يَقُصُّ الۡحَقَّ وَهُوَ خَيۡرُ الۡفٰصِلِيۡنَ ○ (الانعام:57)

”نہ آهي ڪنهن ٻئي جو فيصلو يا قانون، مگر الله جو اهوئي حق بيان ڪري ٿو ۽ اهوئي بهترين فيصلي ڪرڻ وارو آهي.“

اِنِ الۡحُكۡمُ اِلَّا لِلّٰهِ ؕ اَمَرَ اَلَّا تَعۡبُدُوۡۤا اِلَّاۤ اِيَّاهُ ؕ (يوسف:40)

”حڪومت ۽ اقتدار الله کان سواءِ ڪنهن لاءِ نہ آهي. ان جو حڪم آهي تہ ان کان سواءِ اوهان ڪنهن جي بندگي ۽ اطاعت نہ ڪيو.“

## 8- تڪويني ۽ تشريعي حاڪميت الله جي ئي آهي:

زمين ۽ آسمان ۾ ان جي حڪومت آهي يعني تڪويني حڪومت بہ ان جي آهي تہ تشريعي حڪومت بہ ان جي هئڻ گهرجي. جبري دنيا ۾ بہ ان جي حڪومت آهي تہ اختياري دنيا ۾ بہ ان جي حڪومت هئڻ گهرجي. تڪويني حڪومت بہ هر قسم جي عيب کان پاڪ آهي ۽ ان جي شريعت بہ عيب کان پاڪ آهي ڇوتہ هو حڪيم ۽ عليم آهي، ان ڪري هر دائري ۾ ان جا حڪم ڪامل علم ۽ ڪامل حڪمت تي ٻڌل آهن. سورة الزخرف ۾ اهو نڪتو واضح ڪيو ويو آهي.

وَهُوَ الَّذِىۡ فِى السَّمَآءِ اِلٰهٌ وَّفِى الۡاَرۡضِ اِلٰهٌ ؕ وَهُوَ الۡحَكِيۡمُ

الْعَلِيْمُ○ (الزخرف:84)

”اهوئي هڪ آسمان ۾ بہ اله آهي ۽ زمين ۾ بہ اله آهي ۽ اهوئي حڪيم ۽ عليم آهي.“

## 9- تڪويني حاڪميت جا مثال:

ڪائنات تي ان جي حڪومت آهي سج ۽ چنڊ ان جي حڪم تي گردش ڪن ٿا. ڪائنات ۾ توازن ان جو قائم ڪيل آهي. اسان جي جسم ۾ دل ان جي حڪم سان ڌڙڪي ٿي. ان تي اسان جو ڪو ڪنٽرول نہ آهي. اسان جا نهن ۽ وار اسان کان پڇي ڪونہ ٿا وڌن. اهي ان جي تڪويني ۽ جبري حڪومت جا مثال آهن. قرآن مجيد ۾ ان جا گهڻا مثال آهن. سورة الرحمٰن جون بہ آيتون ڏسو:

وَالسَّمَآءَ رَفَعَهَا وَوَضَعَ الْمِيْزَانَ○ (الرحمٰن:7)

”آسمان کي ان بلند ڪيو ۽ ميزان قائم ڪئي.“

## 10- تشريعي حاڪميت جا مثال:

الله انسان کي اختيار جي آزادي ڏني. پوءِ ان کي پنهنجا تشريعي حڪم بہ ڏنا ۽ انسان کي حڪم ڏنائين تہ ان اختياري دائري ۾ بہ اسين ان جي شريعت تي عمل ڪيون. جيئن ويو:

(a) وَاَقِيْمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيْزَانَ○ (الرحمٰن:9)

”انصاف سان ٺيڪ توريو ۽ تارازيءَ ۾ گهٽ وڌ نہ ڪيو.“

(b) اَلزَّانِيَةُ وَالزَّانِيْ فَاجْلِدُوْا كُلَّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا مِائَةَ جَلْدَةٍ (النور:2)

"زانيه عورت ۽ زاني مرد ٻنهي مان هر هڪ کي سؤ ڪوڙا هڻو."

(c) وَالسَّارِقُ وَالسَّارِقَةُ فَاقْطَعُوْٓا اَيْدِيَهُمَا. (المائده:38)

"چور مرد هجي يا عورت، ٻنهي جا هٿ ڪاٽيو."

(d) كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِصَاصُ فِي الْقَتْلٰى ؕ اَلْحُرُّ بِالْحُرِّ وَالْعَبْدُ بِالْعَبْدِ وَالْاُنْثٰى بِالْاُنْثٰى ؕ (البقره:178)

"اوهان لاءِ قصاص جو حڪم قتل جي مقدمي ۾ لکيو ويو آهي، آزاد ماڻهو قتل ڪيو هجي ته ان آزاد کي ئي قتل ڪيو وڃي، غلام قتل ڪري ته اهو غلام قتل ڪيو وڃي. عورت اهو ڏوهه ڪري ته اها قصاص ڀري."

(e) وَاَحَلَّ اللّٰهُ الْبَيْعَ وَحَرَّمَ الرِّبٰوا. (البقرة:275)

"الله تجارت حلال ڪئي آهي ۽ سود حرام ڪيو آهي."

معلوم ٿيو ته قصاص، چوري، زنا ۽ وياج جا حڪم اهي سڀ ان جي تشريعي قانون جو حصو آهن.

## 11- رسول الله ﷺ جن کي به شريعت جي مطابق فيصلن جو حڪم ڏنو ويو:

حقيقي شارع الله آهي، الله تعاليٰ پنهنجي آخري رسول حضرت محمد ﷺ جن کي به پنهنجي عطا ڪيل شريعت ۽ قانون مطابق عدل ۽ انصاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، فرمايو ويو:

وَاِنْ حَكَمْتَ فَاحْكُمْ بَيْنَهُمْ بِالْقِسْطِ ؕ (المائده:42)

”۽ (اي نبي ﷺ!) فيصلو ڪرين تہ پوءِ ٺيڪ ٺيڪ انصاف سان فيصلو ڪر.“

وَاِذَا حَكَمْتُمْ بَيْنَ النَّاسِ اَنْ تَحْكُمُوْا بِالْعَدْلِ ؕ (النساء:58)

”اي مسلمانؤ! جڏهن ماڻهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيو تہ عدل سان فيصلو ڪيو.“

## 12- قرآن جي نازل ڪرڻ جو مقصد شريعت جي مطابق عدل ۽ انصاف سان فيصلو ڪرڻ آهي:

قرآن ڪريم ۾ نازل ڪيل وحي جلي ۽ حديثن ۾ بيان ڪيل وحي خفي، ٻنهي جو بنيادي مقصد اهو ئي آهي تہ عليم، حڪيم، عادل الله تعاليٰ جي قانون مطابق دنياوي فيصلا ڪيا وڃن. جيئن ويو:

اِنَّآ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَآ اَرٰىكَ اللّٰهُ ؕ (النساء:105)

”(اي نبي ﷺ!) اسان هي ڪتاب حق سان تنهنجي طرف نازل ڪيو آهي تہ جيئن جيو سڌو رستو الله توکي ڏيکاريو آهي ان مطابق ماڻهن جي وچ ۾ فيصلا ڪرين.“

## 13- فيصلن جو معيار شريعت آهي پر منافق شريعت جي فيصلن کان پاسو ٿا ڪن:

سچا ۽ مخلص مسلمان الله تعاليٰ کي شارع مڃي، ان جي شريعت جي

مطابق ٿي سارا فيصلا ڪندا آهن. پنهنجي سڀ معاملا قرآن ۽ سنت ڏانهن ڦيرائيندا آهن، ان جي برخلاف منافق الله جي نازل ڪيل شريعت جي فيصلن کان پاسو ڪري انهن کي نہ مڃيندا آهن. سورة آل عمران ۾ منافقن جي ان روش تي روشني وڌي وئي آهي:

يُدۡعَوۡنَ إِلَىٰ كِتَٰبِ ٱللَّهِ لِيَحۡكُمَ بَيۡنَهُمۡ ثُمَّ يَتَوَلَّىٰ فَرِيقٞ مِّنۡهُمۡ

(آل عمران:23)

”انهن کي جڏهن الله جي ڪتاب ڏانهن سڏيو ٿو وڃي تہ جيئن انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري تہ انهن مان هڪ ٽولو ان کان پاسو ڪن ٿا.“

14- خدا جي حڪمن جي رستي ۾ رڪاوٽ جو سبب انسان جون نفساني خواهشون هونديون آهن:

سچن ۽ مخلص مسلمانن، ججن ۽ حڪمرانن تي هميشه باطل پرستن جو دٻاءُ هوندو آهي تہ هو انهن جي خواهشن مطابق فيصلا ڪن ۽ الله جي قانون کي پٺيءَ پويان اڇلائي ڇڏين. الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ پنهنجي آخري رسول حضرت محمد ﷺ جن کي واضح طور حڪم ڏنو تہ ”مَآ اَنۡزَلَ اللّٰهُ“ مطابق فيصلا ڪن ۽ ماڻهن جي خواهشن (اهوآئهم) جي پيروي نہ ڪن.

معلوم ٿيو تہ الله جي حڪمن جي رستي ۾ اهل باطل جون نفسياتي خواهشون رڪاوٽ بڻجي وينديون آهن.

وَأَنِ ٱحۡكُم بَيۡنَهُم بِمَآ أَنزَلَ ٱللَّهُ وَلَا تَتَّبِعۡ أَهۡوَآءَهُمۡ. (المائده:49)

”اي نبي ﷺ! تون الله جي نازل ڪيل قانون مطابق انهن ماڻهن جي معاملن جا فيصلا ڪر! ۽ انهن جي خواهشن جي پيروي نہ ڪر.“

فَاحۡكُمۡ بَيۡنَ النَّاسِ بِالۡحَقِّ وَلَا تَتَّبِعِ الۡهَوٰى. (ص:26)

”پوءِ تون ماڻهن جي وچ ۾ حق سان حڪومت ڪر ۽ نفس جي خواهشن جي پيروي نه ڪر!.“

15- سچا مسلمان وحيءَ جي حڪمن کي ”سمعنا واطعنا“ چئي قبول ڪندا آهن:

منافقن جي رويي جي برخلاف سچا ۽ مخلص مسلمان الله تعاليٰ جي شريعت جي فيصلن کي ﴿سَمِعۡنَا وَاَطَعۡنَا﴾ چئي قبول ڪن. فرمايو ويو:

اِنَّمَا كَانَ قَوۡلَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اِذَا دُعُوۡۤا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ لِيَحۡكُمَ بَيۡنَهُمۡ اَنۡ يَّقُوۡلُوۡا سَمِعۡنَا وَاَطَعۡنَا ؕ (النور:51)

”ايمان آڻڻ وارن جو معاملو ته هي آهي جو جڏهن انهن کي الله ۽ رسول ڏانهن سڏيو ٿو وڃي ته جيئن رسول انهن جي مقدمي جو فيصلو ڪن ته اهي چون ته اسان ٻڌو ۽ اطاعت ڪئي.“

16- ڇا جاهليت جو قانون ٿا چاهيو!

اسان جي حڪيم خالق، اسان جي ڀلائيءَ لاءِ قرآن ۽ سنت ۾ حڪم تي ٻڌل حڪم عطا ڪيا آهن انهن حڪمت واري قانونن جي هوندي جاهليت جي قانونن ۽ جاهليت جي دؤر جي رسمن ۽ رواجن جي مطابق فيصلا ٿا چاهين؟

اهوئي سوال سورة مائده ۾ ڪنيو ويو آهي. الله جي حڪم جي مقابلي ۾

جاهليت جو حڪم هوندو آهي، جيڪو پيءُ ڏاڏي جي رسمن ۽ بدعتن تي ٻڌل هوندو آهي.

اَفَحُكْمَ الْجَاهِلِيَّةِ يَبْغُوْنَ ؕ (المائده:50)

”ته ڇا پوءِ جاهليت جو فيصلو ٿا چاهين؟“

## 17- منافق پنهنجا فيصلا طاغوت وارن کان ٿا ڪرائين:

پنهنجي وقت جون ظالم ۽ جابر سرڪش ۽ متڪبر، چڙواڳ قوتون جن جي هٿ ۾ اقتدار ۽ فيصلن جو اختيار هوندو آهي، مخلص مسلمانن تي پنهنجا ظالم قانون لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. پر سچا مسلمان طاغوت جي عدالت کي تسليم ئي نه ڪندا آهن. اهي پنهنجي سمورن اختلافي معاملن کي ”ما انزل الله“ ڏانهن ڪٽي ويندا آهن. ان جي برخلاف منافق پنهنجي دنيا جي فائدن لاءِ پنهنجي معاملن جي فيصلي لاءِ طاغوتي عدالتن کي فرياد ڪندا آهن. فرمايو ويو:

يُرِيْدُوْنَ اَنْ يَّتَحَاكَمُوْٓا اِلَى الطَّاغُوْتِ وَقَدْ اُمِرُوْٓا اَنْ يَّكْفُرُوْا بِهٖ ؕ
(النساءَ:60)

”مگر (هي منافق) چاهين ٿا ته پنهنجي معاملن جا فيصلا ڪرائڻ لاءِ طاغوت ڏانهن رجوع ڪن، حالانڪ انهن کي طاغوت کان ڪفر ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو هو.“

هتي غير اسلامي قانونن ۽ غير اسلامي عدالتن کي طاغوت چيو ويو آهي، جيڪي الله جي نازل ڪيل حڪمن سان ٽڪراءَ ۾ هونديون آهن.

## 18- غيرالله جي حڪم مڃڻ کان منع ڪيل آهي:

هڪ مسلمان لاءِ جائز نه آهي ته هو الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي (حڪم

يعني جج تسليم ڪري جڏهن تہ اسان وٽ الله جو نازل ڪيل تفصيلي ڪتاب موجود آهي. خود محمد رسول الله ﷺ جي زبان مبارڪ مان هي سوال ڪيو ويو:

أَفَغَيْرَ اللَّهِ أَبْتَغِي حَكَمًا وَهُوَ الَّذِي أَنْزَلَ إِلَيْكُمُ الْكِتَابَ مُفَصَّلًا ۚ

(الانعام:114)

"تہ ڇا مان الله کان سواءِ ڪو ٻيو فيصلي ڪرڻ وارو تلاش ڪريان؟ حالانڪہ ان پوري تفصيل سان اوهان ڏانهن ڪتاب نازل ڪيو آهي."

19- شهريت جا قانون بہ توحيد تشريع ۾ شامل آهن:

سورة الممتحنه ۾ اسلامي حڪومت ۾ شهري قانون (Citizenship Laws) بيان ڪيا ويا آهن. دارالڪفر ۽ دارالسلام ۾ رهندڙ ماڻهن جي مهر جي بدلائڻ جي حڪمن سان گڏ هي بہ ٻڌايو ويو آهي تہ هجرت ڪري اچڻ وارين عورتن ڪي جاچڻ ۽ پرکڻ ضروري آهي. تہ سگهي ٿو انهن نئين مهاجر عورتن ۾ ڪي جاسوس هجن. انهن سڀني حڪمن کي الله جو حڪم چيو ويو آهي. اهي سمورا قانون الله جي علم، الله جي حڪمت ۽ دانائيءَ تي مبني آهن ۽ انهن قانونن جو مقصد بہ اسلامي رياست کي مضبوط ڪرڻ ۽ مسلمانن جي گڏيل مفادن جو تحفظ ڪرڻو آهي.

ذَٰلِكُمْ حُكْمُ اللَّهِ ۖ يَحْكُمُ بَيْنَكُمْ ۚ وَاللَّهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ (الممتحنه:10)

"اهو الله جو حڪم آهي، هو اوهان جي وچ ۾ فيصلو ٿو ڪري ۽ هو عليم ۽ حڪيم آهي."

- ان آيت مان معلوم ٿيو تہ رياست ۽ شهريت جا قانون بہ توحيد حاڪميت يعني تشريع جو حصو آهن.

## 20- الله جي نازل ڪيل قانونن مطابق فيصلو نہ ڪرڻ وارا ڪافر، ظالم ۽ فاسق هوندا آهن:

سورة المائده ۾ ﴿مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ﴾ مطابق فيصلو نہ ڪرڻ وارن کي ﴿اَلْكَافِرُوْنَ﴾، ﴿اَلظَّالِمُوْنَ﴾ ۽ ﴿اَلْفَاسِقُوْنَ﴾ چيو ويو آهي.
فرمايو ويو:

وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْكٰفِرُوْنَ ○ (المائده:44)

"جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل قانون مطابق فيصلو نہ ڪن اهي ئي ڪافر آهن."

وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ○ (المائده:45)

"جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل قانون مطابق فيصلو نہ ڪن اهي ئي ظالم آهن."

وَمَنْ لَّمْ يَحْكُمْ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ○ (المائده:47)

"جيڪي ماڻهو الله جي نازل ڪيل قانون مطابق فيصلو نہ ڪن اهي ئي فاسق آهن."

## 21- حلال ۽ حرام ڪرڻ بہ الله جو حق آهي:

شين کي حلال يا حرام قرار ڏيڻ بہ الله تعاليٰ جو تشريعي اختيار آهي.
فرمايو ويو:

(a) وَلَا تَقُوْلُوْا لِمَا تَصِفُ اَلْسِنَتُكُمُ الْكَذِبَ هٰذَا حَلٰلٌ وَّهٰذَا حَرَامٌ

"پنهنجي زبان سان چئو تہ هيءَ شيءِ حلال آهي ۽ هيءَ حرام آهي،

لِّتَفۡتَرُوۡا عَلَى اللّٰهِ الۡكَذِبَ ؕ

ته (اهڙا حڪم ڏيئي) الله تي ڪوڙ نه هڻو.

اِنَّ الَّذِيۡنَ يَفۡتَرُوۡنَ عَلَى اللّٰهِ الۡكَذِبَ لَا يُفۡلِحُوۡنَ ؕ ○ (النحل:116)

جيڪي ماڻهو الله تي ڪوڙ ٺاهين اهي هرگز ڪامياب نه ٿيندا.“

(b) قُلۡ اَرَءَيۡتُمۡ مَّاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ لَـكُمۡ مِّنۡ رِّزۡقٍ فَجَعَلۡتُمۡ مِّنۡهُ حَرَامًا وَّحَلٰلًا ؕ قُلۡ آٰللّٰهُ اَذِنَ لَـكُمۡ ۚ اَمۡ عَلَى اللّٰهِ تَفۡتَرُوۡنَ ○ (يونس:59)

”اي نبي ﷺ! انهن کي چؤ! اوهان ڪڏهن اهو به سوچيو آهي ته جيڪو رزق الله اوهان لاءِ لاٿو هو، ان ۾ اوهان پاڻ ئي ڪنهن کي حرام ڇيو ڪنهن کي حلال. پڇين ته ڇا الله اوهان کي ان جي اجازت ڏني هئي؟“

(c) يٰۤاَيُّهَا النَّبِىُّ لِمَ تُحَرِّمُ مَاۤ اَحَلَّ اللّٰهُ لَـكَ ۚ (التحريم:1)

”اي نبي ﷺ! تون ان شيءِ کي ڇو ٿو حرام ڪرين جيڪا الله تو لاءِ حلال ڪئي آهي.“

(d) يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا لَا تُحَرِّمُوۡا طَيِّبٰتِ مَاۤ اَحَلَّ اللّٰهُ لَـكُمۡ وَلَا تَعۡتَدُوۡا ؕ (المائده:87)

”اي انسانو! جن ايمان آندو آهي! جيڪي پاڪ شيون الله اوهان لاءِ حلال ڪيون آهن، انهن کي حرام نه ڪيو ۽ حد کان نه ٽپو.“

22- شريعت ۽ قانون مقرر ڪرڻ وارو رڳو الله تعاليٰ آهي:

هن آيت تي غور ڪيو: ارباب، يعبدو ۽ اله جي لفظن تي خصوصي

توجه فرمايو:

اِتَّخَذُوْٓا اَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ اَرْبَابًا مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَالْمَسِيْحَ ابْنَ مَرْيَمَ ۚ وَمَآ اُمِرُوْٓا اِلَّا لِيَعْبُدُوْٓا اِلٰهًا وَّاحِدًا ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۭ سُبْحٰنَهٗ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ۝ (توبه:31)

"انهن (يعني يهودين) پنهنجي عالمن ۽ درويشن کي الله کان سواءِ پنهنجو رب ڪٽي بنايو آهي. اهڙي طرح (عيسائين به) مسيح ابن مريم کي به، حالانڪ انهن کي هڪ خدا کان سواءِ ڪنهن جي عبادت جو حڪم نه ڏنو ويو هو. هو الله آهي ان کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نه آهي، بي عيب پاڪ هستي."

- ان آيت ۾ عالمن ۽ درويشن جي عبادت مان مراد انهن جي اطاعت آهي. قرآن ۽ سنت جي مقابلي ۾ عالمن، صوفين، دنيا ترڪ ڪرڻ وارن فقيرن (رهبان) ۽ گوشه نشينن جي ارشادن کي مڃڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ شرڪ في الحڪم آهي. قرآن ۽ سنت جي حلال ۽ حرام جي اصولن کي ترڪ ڪري احبار (عالمن) ۽ (رهبان) صوفين جي مقرر ڪيل حلال، حرام کي مڃڻ به شرڪ آهي ۽ انهن کي ارباب بنائڻ جي برابر آهي. جيئن مٿين آيت جي تفسير ۾ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت عدي بن حاتم رضي الله عنه سان وضاحت فرمائي.

## 23- فروعي معاملن ۾ اجتهاد سان قانون ٺاهڻ:

امت جا فقيه، عالم ۽ قانوني ماهر (شريعت اسلامي جا) قرآن ۽ سنت جي روشنيءَ ۾ نون مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ اجتهاد ڪري سگهن ٿا پر اجتهاد جي صحيح هئڻ لاءِ ٽي ضروري شرط آهن.

1- اجتهاد قرآني حڪم جي خلاف نه هجي.

2- اجتهاد ڪنهن متواتر ۽ صحيح حديث جي خلاف نہ هجي.
3- اجتهاد امت جي اجماع جي خلاف نہ هجي.

## 24- مغربي جمهوريت ۽ تشريعي توحيد:

عوام جا چونڊيل نمائندا سلطنت جو نظام هلائن ان جو نالو جمهوريت آهي. اسلام ان جو مخالف نہ آهي. خلفاءِ راشدين بہ اصحابن سڳورن جا چونڊيل نمائندا هئا، انهن جي هٿ تي ماڻهن خوشيءَ سان بيعت ڪئي هئي. پر مغربي جمهوريت ان ڪان مختلف شيءِ آهي. مغربي جمهوريت ۾ عوام جي چونڊيل نمائندن ڪي پارليامينٽ ۾ خدائي قانون ۽ شرعي قانونن ڪي اڪثريت سان بدلائڻ جا اختيار حاصل هوندا آهن. اهو شرڪ في التشريع آهي.
اسلام پارليامينٽ جي اهڙي بالادستيءَ ڪي نٿو مڃي. البتہ جيڪڏهن پارليامينٽ خدائي قانون ۽ شريعت هيٺ رهندي فروعي معاملن ۾ مٿي ڏنل ٽن شرطن مطابق قانون سازي ڪري تہ اعتراض نہ آهي.

# بيان جو ٽتُ

1- الله تعاليٰ خالق بہ آهي، رب بہ آهي، شارع بہ آهي يعني دنيا لاءِ قانون سازي بہ ڪري ٿو. ان ڪي اهو اختيار آهي. ان ڪي توحيد تشريع چئجي ٿو.

2- الله تعاليٰ زمين ۽ آسمان جو بادشاه آهي، انسانن جو بادشاه آهي، ان جي هٿ ۾ هر شيءِ جي بادشاهت آهي. ان جي بادشاهت ۾ ان سان گڏ ڪو بہ شريڪ نہ آهي. ان عقيدي جو نالو توحيد حاڪميت، يا توحيد ملوڪيت آهي. هن زمين تي بہ حڪومت جو حق ان ڪي حاصل آهي. (الزمر:6)

3- تڪويني حاڪميت بہ الله تعاليٰ جي آهي. تشريعي حاڪميت بہ ان جي آهي. (الرحمٰن: 7-9)

يعني ڪائنات جي جبري دائري ۾ بہ ان جي بادشاهي آهي ان ڪري اختياري دائري ۾ بہ ان جي فرمانروائي هئڻ گهرجي.

4- خالق ڪي حاڪم هئڻ جو حق هئڻ گهرجي. الله تعاليٰ نہ رڳو حاڪم آهي پر خير الحاڪمين ۽ احڪم الحاڪمين بہ آهي. هو آخري اٿارٽي آهي. هو اهڙو حاڪم آهي جنهن جي فيصلي تي ڪو نظرثاني ڪري نٿو سگهي. هو حاڪم مطلق آهي.

5- الله تعاليٰ اهڙو حاڪم آهي جيڪو ڪنهن سان مشورو نٿو ڪري، هن ڪي ڪنهن جيوري (Iury) جي ضرورت نہ آهي. (الڪهف:26)

6- الله تعاليٰ اهڙو حاڪم آهي جنهن جي راهہ ۾ ڪا رڪاوٽ نہ آهي. ان تي ڪو دٻاءُ نہ آهي، هو پنهنجي فيصلن ۾ خود مختار آهي. فيصلا نافذ ڪري ٿو ڇڏي. (الرعد:41)

7- قرآن ۽ سنت ۾ الله تعاليٰ طرفان عائلي فوجداري، معاشي ۽ اقتصادي قانون ڏنا ويا آهن.

8- چور جو هٿ ڪٽڻ، شادي شده زانيءَ ڪي رجم (سنگسار ڪرڻ) غيرشادي شده زانيءَ ڪي سؤ درا هڻڻ، شراب پيئڻ تي درا، اهي سڀ شرعي سزائون آهن، اهي سڀ الله تعاليٰ جي طرفان آهن، انهن حدن جو انڪار ڪفر آهي ۽ توحيد تشريع جي خلاف آهي.

9- اسلامي رياست جي شهري جا قانون بہ توحيد تشريع ۾ شامل آهن.

(الممتحنہ:10)

10- الله جي قانونن سان ٽڪراءِ وارو هر قانون جاهليت جو قانون آهي.

(المائده:50)

11- الله کان سواءِ غيرالله کي حاڪم ۽ جج بنائڻ حرام آهي. اهڙا ماڻهو فاسق، ظالم ۽ ڪافر هوندا آهن. (المائده: 47-45-44)

12- قرآن کان سواءِ سنت تي مبني وحيءَ جي نازل ٿيڻ جو مقصد به عدل ۽ انصاف سان شريعت جو نفاذ آهي. (النساء:105)

13- رسول الله ﷺ جن کي به الله تعاليٰ پنهنجي شريعت جي مطابق عادلاڻو فيصلا ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. (النساء:58، المائده:42)

14- منافق توحيد تشريع کي نٿا مڃين. انهن جون نفسياتي خواهشون رڪاوٽ بنيل آهن. اختلافي معاملن ۾ منافق طاغوت وٽ پنهنجا ڪيس کڻي ان کان فيصلا ڪرائيندا هئا. (النساء:60)

15- سچا مسلمان سمعنا واطعنا چئي شريعت جي قانونن کي دل و جان سان تسليم ڪن ٿا.

16- حلال ۽ حرام جي معاملن ۾ به قانون ڏاهڻ الله جو حق آهي.

(النحل:116)

17- علماء، احبار، رهبان، دنيا ترڪ ڪندڙ فقير راهب صوفي ۽ درويشن جي انهن ڳالهين کي قبول ڪرڻ جيڪي قرآن ۽ سنت سان ٽڪرائين ۽ قرآن ۽ سنت جي حرام ۽ حلال جي خلاف انهن جي حلال ۽ حرام کي مڃڻ به شرڪ في التشريع آهي. (توبه:31)

18- جتي قرآن ۽ سنت خاموش هجن، فروعي ڳالهين ۾، قرآن ۽ سنت جي عام قاعدن جي روشني ۾ امت جا عالم، مجتهد، شريعت جي قانون جا

ماهر، اجتهاد جي ذريعي "محدود" قانون سازي ڪري سگهن ٿا.
مغربي جمهوريت ۾ الله جي بدران عوام يا ان جا نمائندا اهو حق استعمال ڪن ٿا، اهو اسلام جي نظر ۾ حرام آهي.

19- سيڪيولرازم جو مطلب لادينيت نه آهي. بلڪ دين کي رڳو گهر ۽ مسجد تائين محدود ڪرڻو آهي.

20- سيڪيولرازم ۽ توحيد تشريع هڪ ٻئي جو ضد آهن. هڪ سيڪيولر حڪومت (رياست) الله جي تشريعي حاڪمي کي تسليم نٿي ڪري.

21- سيڪيولرازم جو توحيد خالقيت، توحيد ربوبيت ۽ توحيد الوهيت سان ڪوبه جهيڙو نه آهي. بلڪ ان جي اصلي جنگ توحيد تشريع سان آهي.

## سوال

1- توحيد حاڪميت ۽ توحيد الوهيت جي وصف بيان ڪيو.

2- سيڪولر جمهوريت ۽ اسلامي شريعت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

3- توحيدِ حاڪميت جي 22 نڪتن تي مشتمل خلاصو بيان ڪيو.

4- تڪويني حاڪميت ۽ تشريعي حاڪميت جي فرق کي مثالن ذريعي واضح ڪيو.

5- مَآ اَنۡزَلَ اللّٰهُ مطابق فيصلو نه ڪندڙن کي قرآن ڇا ٿو چوي؟

# توحيد جي قسمن جو تَتُ خلاصو

## 1_ توحيد ذات

الله جي ذات هڪ آهي، هو احد آهي. سڀني کان جدا صمد آهي. مخلوقات جهڙو نہ آهي. هو اول آهي، آخر آهي، هميشہ کان آهي هيمشہ رهندو، ظاهر آهي، باطن آهي، الله فنا نہ ٿيندو، ان جو ڪو حسب نسب ڪونهي، ان عقيدي کي توحيد ذات چئبو آهي.

## 2_ توحيد خالقيت

رڳو اڪيلي الله کي خالق تسليم ڪرڻ جو نالو آهي توحيد خالقيت. دنيا ۾ گهڻي قدر ان تي اتفاق لڌو وڃي ٿو.

## 3_ توحيد ربوبيت

لغت مطابق رب جا پنج مفهوم آهن:

1- پرورش ڪرڻ وارو، وڌائڻ وارو.

2- خبر رکڻ وارو، حفاظت ڪرڻ وارو.

3- جمع ڪرڻ وارو، گڏ ڪرڻ وارو.

4- سردار، اقتدار جو صاحب، غلبو ۽ اختيار رکڻ وارو.

5- مالڪ، آقا.

توحيد ربوبيت جو مطلب الله جو ڪنهن جي مدد کان سواءِ، سموري ڪائنات جو خالق، مالڪ، صاحب اقتدار بادشاهہ ۽ مخلوق جي سار سنڀال، خبر گيري، پرورش جو ذمہ دار هجڻ آهي. مڪي جا مشرڪ

توحيد ربوبيت جا قائل هئا. پر توحيد الوهيت (توحيد عبادت) جا قائل نہ هئا.

## توحيدِ الوهيت يا توحيدِ عبادت

الٰہ جا اٹ مفهوم آهن. انهن سڀني مفهومن سان گڏ الله کي معبود تسليم ڪرڻ کي توحيد الوهيت چئجي ٿو. ان کي توحيدِ عبادت بہ چئبو آهي.

## توحيدِ اسماء و صفات

الله تعاليٰ جون صفتون مخلوقات جهڙيون نہ آهن. مخلوق جون صفتون ناقص ۽ محدود هونديون آهن.
الله جون صفتون ڪامل، اڪمل ۽ لامحدود هونديون آهن. ان عقيدي کي توحيدِ صفات چئبو آهي.
توحيد اسماء و صفات تي اهڙي طرح ايمان آڻڻ کپي جو ان مان نہ تہ انسانن جي صفتن سان مشابهت پيدا ٿئي ۽ نہ الله جي صفتن جو ڪهڙي بہ طرح انڪار پيدا ٿئي. ٻين لفظن ۾ الله جي نالن ۽ صفتن کي اصلي قرآني لفظن ۽ اصلي حديث جي لفظن مطابق مڃڻ جو نالو توحيد اسماء و صفات آهي. الله جي صفتن کي ان طرح مڃڻ گهرجي جيڪو ان جي شان وٽان هجي.

## توحيدِ تنزيہ

الله جي ذات ڪان غلط طور منسوب ڪيل منفي صفتن کي خارج ڪرڻ ۽ منفي صفتن ڪان پاڪ ڪرڻ کي توحيد تنزيہ چئبو آهي. الله ۾ ڪو نقص ، عيب يا ڪمي آهي ئي ڪانہ. الله تعاليٰ جون تنزيهي صفتون

نفيءَ جي لفظ سان بيان ڪيون وينديون آهن. جيئن ﴿لَمْ يَلِدْ﴾، ﴿وَلَا يَئُودُهُ﴾ ﴿لَا تَأْخُذُهُ سِنَةٌ﴾ وغيره.

## توحيدِ علم

الله تعاليٰ جو علم ڪامل ۽ اڪمل آهي. ان کي سڀ لڪل ۽ غيبي شين جو به علم آهي. الله جي مڪمل علم جهڙو علم ڪنهن مقرب ٻانهي، فرشتي، نبي يا رسول وٽ به نه هوندو آهي. هو مستقبل جو به علم رکي ٿو ۽ دل جي رازن ۽ نيتن کي به ڄاڻي ٿو. ان عقيدي کي "توحيدِ علم" چئجي ٿو.

## توحيدِ اختيار

ڪامل اختيار رڳو الله تعاليٰ وٽ آهن. ان کي ڪا مجبوري نه آهي. هو پنهنجي ارادي ۽ منشا کي نافذ ڪري ڇڏيندو آهي. ان جي رستي ۾ ڪا رڪاوٽ نه آهي. ان وٽ اهڙا ڪامل ۽ اڪمل اختيار آهن جيڪي ڪنهن مقرب مخلوق وٽ به نه آهن. ان عقيدي کي توحيد اختيار چئبو آهي.

## توحيدِ نفع ۽ نقصان

توحيف نفع ۽ نقصان اصل ۾ توحيدِ اختيار جوئي هڪ قسم آهي. ان جو مطلب آهي ته نفع يا نقصان رڳو الله تعاليٰ پهچائي سگهي ٿو. غيرالله ۽ من دون الله وٽ اهڙو اختيار نه آهي.
الله جا رسول، نبي، اولياء، صالح ٻانها ۽ ٻي مخلوق جهڙوڪ ستارا وغيره به نفع ۽ نقصان جو ڪو اختيار نٿا رکن.

## توحيدِ عبادت

عبادت جي مفهوم ۾ 3 شيون شامل آهن. 1- غلامي. 2- اطاعت. 3- پوڄا ۽ پرستش. ظاهري عبادت جا عمل ۽ باطني ڪيفيتون ان ۾ شامل آهن. توحيدِ عبادت جا ڪيترا قسم آهن. توحيدِ دعا، توحيدِ استغفار، توحيدِ استعاده (پناهه گهرڻ) ان ۾ شامل آهن.

## توحيدِ في الدعاء

توحيدِ عبادت جو ٺي هڪ قسم توحيد دعا آهي. دعا رڳو الله تعاليٰ کان ڪري سگهجي ٿي.
غيرالله ۽ من دون الله کان دعا گهرڻ، انهن کي پڪارڻ (مدد لاءِ) حرام آهي. الله جي بدران ڪنهن ٻئي کان دعا ڪرڻ يا الله سان گڏ ڪنهن ٻئي کان به دعا ڪرڻ حرام آهي.

## توحيدِ استغفار

مغفرت رڳو الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي. قيامت ۾ الله کان سواءِ ڪا ٻي هستي گناهن کي معاف ڪرڻ جو اختيار نٿي رکي.

﴿وَمَنْ يَّغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّا اللّٰهُ﴾ ان ڏينهن سڄو اختيار الله جي هٿ ۾ هوندو.

﴿وَالْاَمْرُ يَوْمَئِذٍ لِّلّٰهِ﴾ ان عقيدي کي تسليم ڪرڻ توحيدِ استغفار آهي.

## توحيدِ استعاذه

الله تعاليٰ کي مختار ڪامل مڃي ان کان پناه طلب ڪرڻ جو نالو توحيد استعاذه آهي.

مخلوقات جي شر کان بچڻ لاءِ الله تعاليٰ جي دامن ۾ پناهه وٺڻ گهرجي، چوته هو خالق آهي.

## توحيدِ تشريع

الله تعاليٰ جي تڪويني حاڪميت کان سواءِ ان جي تشريعي حاڪميت يعني توحيد تشريع کي مڃڻ کي توحيد تشريع يا توحيد حاڪميت چئبو آهي.

ڪن عالمن توحيدِ تشريع کي توحيدِ اُلوهيت جو حصو چيو آهي، (ڇاڪاڻ ته اُلوهيت جي مفهوم ۾ عبادت کان سواءِ بلندي، بالادستي ۽ قوتِ اختيار) به شامل آهي ۽ ڪن ان کي توحيدِ ربوبيت جو حصو چيو آهي (ڇاڪاڻ ته ربوبيت جي مفهوم ۾ سرداري، تصرف ۽ اختيار به شامل آهي) مختار ڪُل هئڻ جو مفهوم پنهي کي شامل آهي.

توحيد تشريع جي مطابق الله تعاليٰ جي سمورن حصن تي ايمان آڻڻ ضروري آهي. انهن ۾ وصيت، وراثت، نڪاح، طلاق، حدود ۽ تعزير جا قانون، حلال حرام جا قانون اچي وڃن ٿا. مڪي جي مشرڪن الله جي قانونن کي ڇڏي پاڻ پنهنجا حلال ۽ حرام جا قانون ٺاهيا هئا. انهن کي سورة الانعام ۾ باطل قرار ڏنو ويو.

- **سيڪيولرازم ۽ توحيد تشريع:**

سيڪيولرازم جي اصل لڙائي توحيد تشريع سان آهي توحيد عبادت ۽ توحيد ربوبيت سان نه آهي.

- **جمهويت ۽ توحيد تشريع:**

عوام يا عوام جي نمائندن کي الله جي قانون جي خلاف پنهنجي نفساني خواهشن جي مطابق قانون ٺاهڻ جو حق حاصل نه آهي.

- **اجتهاد ۽ توحيد تشريع:**

الله جي قانون جي سائي هيٺ فروعي معاملن ۾ علما مجتهد ۽ اسلامي قانون جا ماهر اجتهاد ذريعي قانون سازي ڪري سگهن ٿا. اهڙو اجتهاد جيڪو قرآن، سنت ۽ امت جي اجماع جي خلاف نہ هجي.

- **اسماء ۽ صفات جي حوالي سان ٻہ گمراھ فرقا:**

الله جي صفتن جي باري ۾ ٻن فرقن افراط ۽ تفريط کان ڪم ورتو. هڪڙا مشبه ٻيا معطلة سڏجن ٿا. مشبه فرقي الله جي صفتن کي مخلوق جي صفتن سان مشابهت ڏني. معطلة وري انهن جي اهڙي تاويل ڪئي جنهن سان اسماء ۽ صفتن جو انڪار ٿئي ٿو. ڪيترا معتزلي فرقي وارا ان ٻئي ٽولي سان واسطو رکندا هئا.

- **اسماء ۽ صفتن جي باري ۾ اهل سنت جو صحيح عقيدو:**

اهلِ سنت جو عقيدو هي آهي تہ الله تعاليٰ جي نالن ۽ صفتن تي اجمالي ايمان رکيو وڃي ۽ تمثيل، تشبيه، تاويل ۽ تڪييف (ڪيفيت) کان بچندي تفصيلن جي صحيح علم کي الله جي حوالي ڪيو وڃي.

- هنن آيتن تي غور ڪيو:

لَيۡسَ كَمِثۡلِهِۦ شَيۡءٌ. (الشوريٰ:11)

”ڪائنات جي ڪابہ شيءِ ان وانگر نہ آهي.“

فَلَا تَضۡرِبُوا۟ لِلَّهِ ٱلۡأَمۡثَالَ. (النحل:74)

”الله لاءِ مثال نہ گهڙيو.“

وَلِلَّهِ ٱلۡمَثَلُ ٱلۡأَعۡلَىٰ. (النحل:60)

”۽ الله لاءِ ئي سڀ اعليٰ صفتون آهن.“

# توحيد بابت حديثون

توحيد ۽ شرڪ جي موضوع تي، آخر ۾ ڪجهه حديثون ڏنيون پيون وڃن، جن مان هن موضوع جي ڪجهه حصن جي وڌيڪ وضاحت ٿئي ٿي.

## شرڪ ڪرڻ واري سان الله بي تعلق ٿي ويندو آهي

رسول الله ﷺ جن فرمايو، الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اَنَا اَغْنَى الشُّرَكَاءِ عَنِ الشِّرْكِ مَنْ عَمِلَ عَمَلًا اَشْرَكَ فِيْهِ مَعِيَ غَيْرِيْ تَرَكْتُهٗ وَشِرْكَهٗ. (مسلم، عن ابي هريره رضي الله عنه)

”مان تمام شريڪن کان سڀ کان وڌيڪ شرڪت کان بي نياز آهيان. جيڪو شخص ڪنهن عمل ۾ مون سان ڪنهن ٻئي کي به شريڪ ٿو ڪري ته آئون ان کي شريڪ وٽ ڇڏي ويندو آهيان.“

## توحيد تي موت اچي ته جنت ملي ٿي

رسول الله ﷺ فرمايو:

مَنْ مَّاتَ وَهُوَيَعْلَمُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ دَخَلَ الْجَنَّةَ.

(مسلم، عن عثمان بن عفان رضي الله عنه)

”جيڪو شخص ان حال ۾ مئو جو هو يقين سان ڄاڻندو هو ته الله کان سواءِ ڪو اله ڪونهي ته اهو جنت ۾ داخل ٿيندو.“

## شرڪ ناشڪريءَ جو دليل آهي

حديث قدسيءَ ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

قَالَ اللّٰهُ تَعَالٰى: اِنِّيْ وَالْجِنُّ وَالْاِنْسُ فِيْ نَبَاٍ عَظِيْمٍ اَخْلُقُ وَيُعْبَدُ غَيْرِيْ وَاَرْزُقُ وَيُشْكَرُ غَيْرِيْ. (بيهقي في شعب الايمان)

"منهنجو ۽ جنن ۽ انسانن جي ٽولي جو معاملو هڪ ګوري ڳالھ بڻجي چڪو آهي، پيدا مان ٿو ڪريان ۽ هو عبادت مون کان سواءِ ٻين جي ٿا ڪن، رزق مان ٿو ڏيان ۽ هو شڪر مون کان سواءِ ٻين جو ٿا ادا ڪن."

## شرڪ سان نفرت هجي ته ايمان جو ميٺاج نصيب ٿيندو

رسول الله ﷺ جن فرمايو:

ثَلٰثٌ مَنْ كُنَّ فِيْهِ وَجَدَ حَلاوَةَ الْاِيْمَانِ: ﴿1﴾ اَنْ يَّكُوْنَ اللهُ وَرَسُوْلُهٗ اَحَبَّ اِلَيْهِ مِمَّا سِوَاهُمَا ﴿2﴾ وَاَنْ يُّحِبَّ الْمَرْءَ لَا يُحِبُّهٗ اِلَّا لِلّٰهِ ﴿3﴾ وَاَنْ يَّكْرَهَ اَنْ يَّعُوْدَ فِي الْكُفْرِ كَمَا يَكْرَهُ اَنْ يُّقْذَفَ فِي النَّارِ. (بخاري و مسلم عن انس)

"ٽي شيون اهڙيون آهن جنهن شخص ۾ هجن ان کي ايمان جو ميٺاج نصيب ٿيندو."

1- الله ۽ رسول ﷺ ان کي ٻين سڀني کان وڌيڪ محبوب هجن."

2- ان کي جنهن کي شخص سان محبت هجي رڳو الله جي لاءِ محبت هجي.

3- ۽ ڪفر ڏانهن موٽڻ اوترو ڪيس ناګوار هجي جيترو ناګوار ان کي هيءَ ڳالھ هجي ته ڪيس باھ ۾ وڌو وڃي.

## شرڪ کان بچڻ جو اجر مغفرت آهي

رسول الله ﷺ جن فرمايو:

فِيْ هٰذِهِ الْاٰيَةِ ﴿هُوَ اَهْلُ التَّقْوٰى وَاَهْلُ الْمَغْفِرَةِ﴾ قَالَ رَسُوْلُ اللهِ صلى الله عليه وسلم: قَالَ رَبُّكُمْ: اَنَا اَهْلُ اَنِ اتَّقٰى فَلَا يُشْرَكُ بِيْ غَيْرِيْ، وَاَنَا اَهْلٌ لِمَنِ اتَّقٰى اَنْ يُّشْرِكَ بِيْ اَنْ اَغْفِرَ لَهٗ. (ابن ماجه عن انس)

سورة المدثر جي آيت (هو ان لائق آهي ته ان جو خوف ڪيو وڃي ۽ هن

لائق آهي تہ مغفرت فرمائي) جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو اوهان جي رب جو ارشاد آهي:

”آئون ان لائق آهيان جو منهنجو ڊپ رکيو وڃي ۽ مون سان ڪنهن ٻئي کي شريڪ نہ ڪيو وڃي ۽ آئون ان لائق آهيان تہ جيڪو شخص ان ڳالھ کان بچيو تہ مون سان ڪنهن کي شريڪ ڪري تہ آئون ان جي مغفرت ڪريان.“

## فرض نمازن کان پوءِ توحيد جو اقرار سنت آهي

نبي ڪريم ﷺ جن فرض نماز کان پوءِ هي ڪلما پڙهندا هئا:

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ، لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ، وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ، اَللّٰهُمَّ لَا مَانِعَ لِمَا اَعْطَيْتُ وَلَا مُعْطِيَ لِمَا مَنَعْتَ، وَلَا يَنْفَعُ ذَا الْجَدِّ مِنْكَ الْجَدُّ. (بخاري و مسلم)

”ڪو الہ نہ آهي سواءِ هڪ الله جي ان جو ڪو شريڪ ڪونهي، بادشاهي ان جي آهي، حمد ۽ ساراهہ ان لاءِ آهي ۽ هو هر شيءِ تي قدرت رکي ٿو. اي الله تون جيڪي ڏين ان کي ڪو روڪڻ وارو ڪونهي ۽ جيڪي تون نہ ڏين ان کي ڏيڻ وارو ڪوبہ ڪونهي، ۽ توکان سواءِ ڪنهن کي ڪا شيءِ فائدو پهچائي نٿي سگهي.“

## توحيد ملوڪيت

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو:

يَقْبِضُ اللهُ الْاَرْضَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَيَطْوِي السَّمَآءَ بِيَمِيْنِهٖ ثُمَّ يَقُوْلُ: اَنَا الْمَلِكُ! اَيْنَ مُلُوْكُ الْاَرْضِ؟ (بخاري، مسلم ــ عن ابي هريرة رضي الله عنه)

”قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ زمين کي پنهنجي مٺ ۾ وٺندو ۽ آسمان کي پنهنجي ساڄي هٿ ۾ ويڙهي فرمائيندو: ”مان ئي بادشاهہ آهيان زمين جا بادشاهہ ڪٿي آهن؟“

# ڪلاس ورڪ/هوم ورڪ

هتي مختلف عنوانن هيٺ آيتن جو شروعاتي ۽ آخري حصو ڏنو پيو وڃي ۽ سورة ۽ آيت جو نمبر پڻ لکيو پيو وڃي. پنهنجي ڪاپيءَ تي قرآن مجيد مان انهن آيتن جو ترجمو لکو. سڄي آيت جو ترجمو لکڻ جي ضرورت نہ آهي، رڳو بيان ڪيل حصي جو ترجمو لکو:

## 1_ نبين جي توحيد جي دعوت

حضرت نوحؑ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (الاعراف: 59)

حضرت هودؑ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (الاعراف: 65)

حضرت صالحؑ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (الاعراف:73)

حضرت شعيبؑ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَيۡرُهٗ ؕ (الاعراف:85)

حضرت محمدؐ قُلۡ اِنَّمَاۤ اُمِرۡتُ اَنۡ اَعۡبُدَ اللّٰهَ وَلَاۤ اُشۡرِكَ بِهٖ ؕ (الرعد: 36)

آيت الڪرسي اَللّٰهُ لَاۤ اِلٰهَ.......... وَهُوَ الۡعَلِيُّ الۡعَظِيۡمُ ۝ (البقرة:255)

سورة الحشر هُوَ اللّٰهُ.......... وَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ۝ (الحشر: 24-22)

سورة الحديد سَبَّحَ لِلّٰهِ.......... بِذَاتِ الصُّدُوۡرِ ۝ (الحديد: 6-1)

## 2_ توحيد جا عقلي دليل

لَوۡ كَانَ فِيۡهِمَاۤ اٰلِهَةٌ.......... عَمَّا يَصِفُوۡنَ ۝ (الانبياء:22)

لَذَهَبَ كُلُّ اِلٰهٍ بِمَا خَلَقَ وَلَعَلَا بَعۡضُهُمۡ عَلٰى بَعۡضٍ ؕ (المؤمنون: 91)

قُلۡ لَّوۡ كَانَ مَعَهٗۤ اٰلِهَةٌ.......... ذِى الۡعَرۡشِ سَبِيۡلًا ۝ (بني اسرائيل: 42)

## 3_ شرڪ جي خرابي ۽ تباهي

قُلۡ تَعَالَوۡا.......... بِهٖ شَيۡـًٔا (الانعام:151)

لَا تَجۡعَلۡ.......... مَّخۡذُوۡلًا ۝ (بني اسرائيل:22)

وَلَا تَجۡعَلۡ.......... مَّدۡحُوۡرًا ۝ (بني اسرائيل:39)

| | |
|---|---|
| وَمَنۡ يُّشۡرِكۡ........ مَكَانٍ سَحِيۡقٍ ○ | (الحج: 31) |
| اَلَّذِىۡ جَعَلَ........ فِى الۡعَذَابِ الشَّدِيۡدِ ○ | (ق: 26) |
| اِنَّ الشِّرۡكَ لَظُلۡمٌ عَظِيۡمٌ ○ | (لقمان: 13) |
| اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغۡفِرُ........ اِثۡمًا عَظِيۡمًا ○ | (النساء: 48) |
| اِنَّهٗ مَنۡ يُّشۡرِكۡ........ وَمَاۡوٰىهُ النَّارُ. | (المائده: 72) |
| وَلَوۡ اَشۡرَكُوۡا........ كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ○ | (الانعام: 88) |
| لَئِنۡ اَشۡرَكۡتَ........ مِنَ الۡخٰسِرِيۡنَ ○ | (الزمر:65) |

## 4_ توحيد في الذات

هيٺين آيتن جو ترجمو، حوالي سوڌو پنهنجي ڪاپي تي لکو:

| | |
|---|---|
| قُلۡ هُوَ اللّٰهُ........ كُفُوًا اَحَدٌ ○ | (سورة الاخلاص) |
| وَقَالُوا اتَّخَذَ اللّٰهُ........ كُلٌّ لَّهٗ قٰنِتُوۡنَ ○ | (البقرة: 116) |
| وَقَالَتِ الۡيَهُوۡدُ........ اَنّٰى يُؤۡفَكُوۡنَ ○ | (التوبه: 30) |
| اَنّٰى يَكُوۡنُ........ كُلَّ شَىۡءٍ | (الانعام: 101) |
| ءَاَنۡتَ........ سُبۡحٰنَكَ | (المائده: 116) |
| لَقَدۡ كَفَرَ........ الۡمَسِيۡحُ ابۡنُ مَرۡيَمَ | (المائده:72) |
| وَجَدۡتُّهَا وَقَوۡمَهَا يَسۡجُدُوۡنَ لِلشَّمۡسِ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ... | (النمل: 24) |
| وَجَعَلُوۡا........ يَصِفُوۡنَ ○ | (الانعام:100) |
| لَقَدۡ كَفَرَ........ ثَالِثُ ثَلٰثَةٍ. | (المائده: 73) |

## 5_ نالن ۽ صفتن جي توحيد

| | |
|---|---|
| لَيۡسَ كَمِثۡلِهٖ شَىۡءٌ. | (الشوريٰ: 11) |
| فَلَا تَضۡرِبُوۡا لِلّٰهِ الۡاَمۡثَالَ | (النحل:74) |
| وَلِلّٰهِ الۡمَثَلُ الۡاَعۡلٰى | (النحل:60) |

## 6_ تنزيهي صفتون

| | |
|---|---|
| كُلُّ شَىۡءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجۡهَهٗ ؕ لَهُ الۡحُكۡمُ | (القصص:88) |

كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ○ ............... وَالْإِكْرَامِ○ (الرحمٰن: 27-26)

لَا تَأْخُذُهُ سِنَةٌ وَّلَا نَوْمٌ (البقرہ: 255)

وَلَا يَئُودُهُ حِفْظُهُمَا (البقرہ: 255)

وَلَقَدْ خَلَقْنَا............ وَمَا مَسَّنَا مِنْ لُّغُوْبٍ○ (ق:38)

وَمَا كَانَ رَبُّكَ نَسِيًّا○ (مریم: 64)

## 7_ توحید صفت علم

وَمَا تَسْقُطُ مِنْ وَّرَقَةٍ.............. كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ○ (الانعام:59)

يَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ............ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ○ (التغابن:4)

وَعِنْدَهُ مَفَاتِحُ الْغَيْبِ لَا يَعْلَمُهَا إِلَّا هُوَ ............ (الانعام:188)

قُلْ لَّا يَعْلَمُ................. وَمَا يَشْعُرُوْنَ اَيَّانَ يُبْعَثُوْنَ○ (النمل:65)

عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ.................... الحشر:22)

سَوَاۗءٌ مِّنْكُمْ.............. وَسَارِبٌۢ بِالنَّهَارِ○ (الرعد:10)

إِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلَيْكُمْ رَقِيْبًا○ .............. (النسا:1)

هُوَ مَعَكُمْ.............. وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ○ (الحدید:4)

إِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدًا○ .............. (النساء:33)

وَاللّٰهُ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ○ .............. (المائدہ:76)

لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ○ .............. (الشوریٰ:11)

## 8_ توحید صفت اختیار

بَلْ لِّلّٰهِ الْاَمْرُ جَمِيْعًا○ (الرعد:31)

لَا يُسْئَلُ عَمَّا يَفْعَلُ وَهُمْ يُسْئَلُوْنَ○ (الانبیاء:23)

مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ.............. وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ○ (الفاطر:2)

قُلْ فَمَنْ يَّمْلِكُ لَكُمْ.............. اَوْ اَرَادَ بِكُمْ نَفْعًا (الفتح:11)

فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيْدُ البروج:16)

وَاللّٰهُ يَحْكُمُ لَا مُعَقِّبَ لِحُكْمِهٖ (الرعد:41)

وَمَا لَكُمْ مِّنْ ............... وَلَا نَصِيْرٍ ۝ (الشوریٰ:31)

وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ۝ (الاحزاب:3)

قُلْ اَغَيْرَ اللّٰهِ ............... وَالْاَرْضِ (الانعام:14)

قُلْ لَّآ اَمْلِكُ ............... مَا شَآءَ اللّٰهُ (الاعراف:188)

وَلَا تَدْعُ ............... وَلَا يَضُرُّكَ یونس:106)

قُلْ اِنَّمَآ اَدْعُوْا ............... وَّرَشَدًا (الجن:21-20)

قُلْ اِنَّ الْاَمْرَ كُلَّهٗ لِلّٰهِ (آل عمران:154)

يُدَبِّرُ الْاَمْرَ مِنَ السَّمَآءِ اِلَى الْاَرْضِ (السجدہ:5)

وَتُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ آل عمران:26)

وَمَنْ يُّهِنِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ مُّكْرِمٍ الحج:18)

اَيَبْتَغُوْنَ عِنْدَهُمُ الْعِزَّةَ فَاِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ۝ (النساء:139)

## 9۔ توحید صفت اختیار

لَهُ الْمُلْكُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ (الزمر:6)

لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (الزمر:44)

وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ شَرِيْكٌ فِى الْمُلْكِ (الفرقان:2)

بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ (یٰسٓ:83)

مَلِكِ النَّاسِ (الناس:2)

لِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (الشوریٰ:49)

لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِى الْبِلَادِ (آل عمران:196)

## 10۔ توحیدِ استعاذہ

كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ الْجِنَّ (سبا:41)

كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْاِنْسِ يَعُوْذُوْنَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ (الجن:6)

وَهُوَ يُجِيْرُ وَلَا يُجَارُ عَلَيْهِ (المؤمنون:88)

## 11_ توحیدِ حاکمیت - توحیدِ تشریع

وَهُوَ الَّذِي فِي السَّمَاءِ إِلَٰهٌ وَفِي الْأَرْضِ إِلَٰهٌ (الزخرف:84)

وَمَن لَّمْ يَحْكُم بِمَا أَنزَلَ اللَّهُ فَأُولَٰئِكَ هُمُ الْكَافِرُونَ ۝ (المائدہ:44)

إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ (الانعام:57)

أَلَا لَهُ الْحُكْمُ وَهُوَ أَسْرَعُ الْحَاسِبِينَ ۝ (الانعام:62)

بَل لِّلَّهِ الْأَمْرُ جَمِيعًا ۝ (الرعد:31)

أَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْأَمْرُ تَبَارَكَ اللَّهُ رَبُّ الْعَالَمِينَ ۝ (الاعراف:54)

إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ أَمَرَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ ذَٰلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ ۝ (یوسف:40)

وَاللَّهُ يَحْكُمُ لَا مُعَقِّبَ لِحُكْمِهِ (الرعد:41)

وَهُوَ اللَّهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ.......................... وَإِلَيْهِ تُرْجَعُونَ ۝ (القصص:70)

أَفَغَيْرَ اللَّهِ أَبْتَغِي.......................... مُفَصَّلًا ۝ (الانعام:114)

وَلَا يُشْرِكُ فِي حُكْمِهِ أَحَدًا (الکہف:26)

اتَّخَذُوا أَحْبَارَهُمْ.......... عَمَّا يُشْرِكُونَ ۝ (التوبہ:31)

لِمَ تُحَرِّمُ مَا أَحَلَّ اللَّهُ لَكَ (التحریم:1)

## 12_ تحلیل وتحریم - توحیدِ تشریع

وَلَا تَقُولُوا لِمَا تَصِفُ أَلْسِنَتُكُمُ.................... لَا يُفْلِحُونَ ۝ (النحل:116)

قُلْ أَرَأَيْتُم مَّا أَنزَلَ اللَّهُ.................... تَفْتَرُونَ ۝ (یونس:59)

يَا أَيُّهَا النَّبِيُّ لِمَ تُحَرِّمُ مَا أَحَلَّ اللَّهُ لَكَ (التحریم:1)

## 13_ توحیدِ ربوبیت

وَلَئِن سَأَلْتَهُم.................... لَيَقُولُنَّ اللَّهُ (العنکبوت:61)

وَلَئِن سَأَلْتَهُم.................... لَيَقُولُنَّ اللَّهُ (العنکبوت:63)

وَلَئِنۡ سَاَلۡتَهُمۡ ................................ لَيَقُوۡلُنَّ اللّٰهُ (القمان:25)

وَلَئِنۡ سَاَلۡتَهُمۡ ................................ لَيَقُوۡلُنَّ (الزخرف:9)

وَلَئِنۡ سَاَلۡتَهُمۡ ................................ لَيَقُوۡلُنَّ اللّٰهُ (الزخرف:87)

## 14_ توحيدِ اُلوهيت يا توحيدِ عبادت

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا ............................ رَبَّكُمۡ (الحج:77)

دُعا عبادت آهي: وَقَالَ رَبُّكُمۡ ........... دَاخِرِيۡنَ ○ (غافر:60)

وَقَالَ رَبُّكُمُ ادۡعُوۡنِيۡۤ اَسۡتَجِبۡ لَكُمۡ (المؤمن:60)

وَاِذَا سَاَلَكَ ............................ اِذَا دَعَانِ (البقره:186)

وَالَّذِيۡنَ ................................ يَنۡصُرُوۡنَ ○ (الاعراف:197)

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ ........................ مَا اسۡتَجَابُوۡا لَكُمۡ (فاطر14-13)

خوف عبادت آهي: فَلَا تَخَافُوۡهُمۡ ............ مُّؤۡمِنِيۡنَ ○ (آل عمران:175)

اَتَخۡشَوۡنَهُمۡ فَاللّٰهُ ............ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ○ (التوبه:13)

اِنَّمَا ذٰلِكُمُ ........................ مُّؤۡمِنِيۡنَ ○ (آل عمران:175)

خشيت عبادت آهي: فَلَا تَخۡشَوۡهُمۡ ........... وَاخۡشَوۡنِ ○ (المائده:3)

اميد عبادت آهي: فَمَنۡ كَانَ يَرۡجُوۡا ........... اَحَدًا ○ (الكهف:110)

توكل عبادت آهي: وَعَلَى اللّٰهِ ............ مُّؤۡمِنِيۡنَ ○ (المائده:23)

وَعَلَى اللّٰهِ فَلۡيَتَوَكَّلِ الۡمُؤۡمِنُوۡنَ ○ (آل عمران:160)

وَعَلَى اللّٰهِ ............................ مُّؤۡمِنِيۡنَ ○ (الانعام:23)

استعانت عبادت آهي: اِيَّاكَ ............ نَسۡتَعِيۡنُ ○ (الفاتحه:4)

قرباني عبادت آهي: قُلۡ ............ الۡمُسۡلِمِيۡنَ ○ (الانعام:163-162)

اِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيۡكُمُ ............ بِهٖ لِغَيۡرِ اللّٰهِ (البقره:173)

وَسَيُجَنَّبُهَا ............................ وَلَسَوۡفَ يَرۡضٰى ○ (الليل:21-17)

قسم عبادت آهي: مَنۡ كَانَ حَالِفًا فَلۡيَحۡلِفۡ بِاللّٰهِ. (البخاري)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# نفس جي پاڪائي

## (مفهوم، اصليت ۽ تدبيرون)

خليل الرحمٰن چشتي
محمّد خان منهاس

سنڌيڪار

غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ

اسريٰ قرآن اڪيڊمي
اسريٰ اسلامڪ فائونڊيشن هالا روڊ حيدرآباد

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# اِنفاقِ فِي سَبِيلِ اللهِ

## (الله جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ)

خليل الرحمن چشتي

محمّد خان منهاس

**سنڌيڪار**

ڊاڪٽر محمد عبدالحي ميمڻ

اسريٰ قرآن اڪيڊمي

اسريٰ اسلامڪ فائونڊيشن هالا روڊ حيدرآباد



بسم الله والصلوات والسلام علی نبينا محمد وعلی آله وصحابه وسلم_ امابعد

مرڪز اسلامي سنڌ، اسرئ اسلامڪ فائونڊيشن جو هڪ ادارو آهي جيڪو ويهه سالن کان وٺي ديني ۽ اصلاحي ڪمن ۾ لڳل آهي. ان اداري جي ذيلي برانچ قرآن اڪيڊمي تحت سنڌ جي مختلف هنڌن تي قرآني تعليم، ناظره، حفظ ۽ قرآن فهمي جا مرڪز هلي رهيا آهن جتي هزارين شاگرد تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

هن اداري جي مقاصد ۾ قرآن شريف ۽ صحيح حديث پاڪ جي اشاعت ۽ ترويج آهي، جنهن سلسلي تحت هن اداري ڪيترائي ديني ڪتاب ۽ انهن جا ترجما سنڌي زبان ۾ ڇپائي ورهايا آهن. ان سلسلي جي ڪڙي کي قائم رکندي اسان الفوز اڪيڊمي جي ڪتابن جو سنڌي ترجمو عوام جي فائدي لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون.

هنن ڪتابن کي شايع ڪرڻ ۾ اسان جو الله پاڪ جي رضا ڪانسواءِ ٻيو ڪو به مقصد نہ آهي. ان مقصد کي ماڻڻ لاءِ هي ڪتاب جيئن تہ خالص قرآن مجيد ۽ صحيح حديثن جي روشنيءَ ۾ تيار ڪيا ويا آهن، تنهن ڪري اميد آهي تہ مسلمانن لاءِ دين کي صحيح طور تي سمجهڻ ۽ سکڻ ۾ نهايت لاڀائتا ثابت ٿيندا.